ومن لم يحكم بما انزل الله فاولائک
هم الفاسقون. (۵-۴۷)

ترجمو: جيڪي ماڻهو الله جي نازل ڪيل ڪلام مطابق فيصلا نٿا ڪن اهي
بڇڙا آهن (اهي ڪافر آهن ۵/۴۴) اهي ظالم آهن. (۵/۴۵)

# صلوٰة ۽ نماز ۾ فرق

عزيزالله بوهيو



سنڌ ساگر اڪيڊمي

# صلوٰة ۽ نماز ۾ فرق

عزيز الله ٻوهيو

سنڌ ساگر اڪيڊمي
2003ع

# ارپنا

هي ڪتاب آئون ڀٽ ڌڻي گهوٽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي نالي ارپيان ٿو، جنهن سورة اعراف جي آيت ٢٠٥ ۾ رب تعالىٰ ٻانهن کي ساڻس ملڻ جي جيڪا تعليم ڏني آهي ته واذڪر ربڪ في نفسڪ تضرعا وخيفة دون الجهر من القول بالغدو والآصال ولاتڪن من الغافلين ـ انهيءَ تصور ۽ طريقي کي ڀٽائيءَ پنهنجي مخصوص انداز سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي:

تن تسبيح من مڻيو، دل دنبورو جن،
تندون جي طلب جون، وحدت سر وڄن،
"وحده لاشريڪ له"، اهو راڳ رڳن،
سي سُتائي جاڳن، ننڊ عبادت اُن جي.

---

## منافقن جي مسجد

والذين اتخذوا مسجداً اضرارا وڪفرا و تفريقا بين المؤمنين و ارصادا لمن حارب الله ورسوله من قبل وليحلفن ان اردنا الا الحسنىٰ والله يشهد انهم لڪاذبون.

يعني جن ماڻهن مسجد کي مؤمنن جي وچ ۾ ڏقيڙ وجهڻ، نقصان پهچائڻ ۽ ڪفر ڦهلائڻ لاءِ مرڪز طور ٺاهيو ۽ انهن ماڻهن جي لاءِ پاٿاري طور ٺاهيو جيڪي منڍ کان وٺي خدائي نظام خلاف وڙهندا اچن پيا، (اهي منافق) قسم کڻي چون ٿا ته اسانجو مسجد ٺاهڻ مان مقصد نيڪ آهي پر الله شاهدي ڏئي ٿو ته اهي ڪوڙ ٿا ڳالهائين.

هاڻي سروي ڪرڻ گهرجي ته ڪهڙيون ڪهڙيون ۽ ڪيتريون مسجدون آهن، جن ۾ فرقي بازي وارو ڏقير وارو واعظ ڪيو ٿو وڃي ته اهڙي ڪوجنا سان جاڻ حاصل ڪئي وڃي ته ڪٿان هي پنهنجو مسجدون علي جرف هار واريون ته نه آهن جيڪي مسجدون فانهاربه في نارجهنم جي مصداق دوزخ ۾ نه پهچائي ڇڏين!؟ (٩ـ١٠٧ـ١٠٩)

ڪتاب جو نالو :صلوٰة ۽ نماز ۾ فرق
ليکڪ :عزيز الله ٻوهيو
ڇاپو :پهريون مئي 2003ع
ڇپائيندڙ :سنڌ ساگر اڪيڊمي
قيمت :-/50 رپيا

## فهرست



# معذرت

ڪتابن ۾ ڇاپي جي غلطين، پروفن جي غلطين جو تمام وڏو تفصيل آهي، انهيءَ جي ازالي لاءِ ڪافي سارين ڪوشش ڪان پوءِ بہ ڇڻ تہ ناڪامي ٿي ڇئجي، جو پوءِ بہ غلطيون رهجي وڃن ٿيون، جنهن لاءِ افسوس بہ آهي ۽ پڙهندڙن کي معذرت سان عرض بہ تہ هو پنهنجي ڪاپين ۾ قلم سان درست ڪرڻ جي زحمت ڪن ۽ افسوس آهي جو اسان جي غلطين سبب پيو تہ پيو پر قرآن حڪيم جي الفاظن ۾ بہ نقل ڪرڻ ۽ ڇاپي جي لحاظ سان غلطيون رهجي ويون آهن جن بابت پڙهندڙ مهربانن انهن غلطين جي تفصيل ڪان اسان کي آگاهہ بہ ڪيو آهي، جنهن جو ازالو مارڪيٽ ۾ موڪليل ڪتابن ۾ مشڪل بہ آهي ۽ اهڙو اصلاح نئين ڇاپي ۾ ٿي ڪري سگهبو.

### قرآن فهمي لاءِ منهنجو رستو اهو آهي جيڪو قرآن ڏسيو آهي

ڪيترائي ماڻهو مون ڪان سوال پڇن ٿا تہ مون قرآني الفاظن ۽ اصطلاحن جي جيڪا معنيٰ ڪئي آهي مثال طور صلوٰة معنيٰ تابعداري ۽ زڪواة معنيٰ نشونما، اها معنيٰ ٻين ڪهڙن فقهي امامن يا حديثن وارن ۽ لغت جي عالمن ڪئي آهي؟ يا صرف تو اڪيلي ڪئي آهي ۽ جي ٻين ڪنهن بہ اها معنيٰ نہ ڪئي آهي تہ انهن سڀن جي مقابلي ۾ تنهنجي ڪابہ حيثيت ۽ اهميت اهڙي ڪانهي جو تنهنجي ڳالهہ قبول ڪئي وڃي. منهنجو جواب ۾ عرض آهي تہ برابر منهنجي علمي حيثيت هرگز اهڙي ڪانهي جو ڪنهن بہ شخص سان آئون برابريءَ جي دعويٰ ڪري سگهان، نہ ئي منهنجي ڳالهہ مڃڻ ڪنهن تي لازم ٿي آهي پر منهنجون قرآني لفظن بابت معنائون نراليون ۽ منفرد معلوم ٿيندڙ، اهي منهنجيون ناهن بلڪ اهي تہ خود قرآن حڪيم پنهنجي مخصوص فن تفسير ۽ تصريف آيات واري ٽئڪنالاجيءَ سان پاڻ بيان ڪيون آهن، سو هاڻ قرآن جي بيان ڪيل معنيٰ مون وٽ هزارين ابو حنيفن ۽ شافعين ۽ امام مالڪ جهڙن ڪان وڌيڪ اهم ۽ وزندار آهي، غور فرمايو تہ قرآن ڇا ٿو فرمائي، ولقد صرفنا في هذا القرآن من ڪل مثل فابي اڪثر الناس الاڪفورا، ۸۹-۱۷ منهنجي جا بہ ڳالهہ خلاف قرآن ثابت ٿئي منهنجي ان ڪان توبہ آهي ۽ ڪوبہ ماڻهو ان تي ويساهہ نہ ڪري ۽ جيڪو قرآن جي معنيٰ نہ مڃي ان لاءِ مٿين آيت ڪافي آهي.

# مهاڳ

منهنجو هڪ دوست جامعہ اسلاميہ نيو ٽائون ڪراچيءَ جو فاضل جيڪو علامہ محمد يوسف بنوري صاحب مرحوم وٽ دوره حديث پڙهي تڪميل درس نظامي جي دستار فضيلت سان فارغ التحصيل آهي، لاهور ۾ ان جو گهر آهي، اهو تازو ڪجهہ ڏينهن اڳ لاهور کان هت سنڌ ۾ آيو مون کي اچي نوشهروفيروز ۾ مليو، ۽ مون کي چيائين تہ سنڌ کان هڪ ماڻهو لاهور مون وٽ اچي مهمان ٿي ترسيو، مون ان کان توهان جي باري ۾ معلومات پڇي، اهو اوهان کي سڃاڻي پيو ۽ تنهنجي مٿان تمام گهڻو ڪاوڙيل هو ۽ نهايت غصي ۽ نفرت سان توکي گهٽ وڌ ڳالهائي پيو ۽ چوي پيو تہ عزيز الله حديث ۽ نماز جو منڪر ٿي ويو آهي ۽ هاڻي اهو دين ڌرم کان ٻاهر آهي، لاهور واري دوست چيو تہ مون ان ڏينهن کان وٺي هي ارادو ڪيو تہ توسان ملي ماڻهن جي ڪاوڙ ۽ نفرت جي توکي خبر ٻڌايان ۽ تنهنجي لاءِ منهنجو هي مشورو بلڪ حڪم آهي تہ تون اخبار ۾ اعلان ڇپراءِ تہ مون پنهنجي لکيل ۽ ڇپرايل ڪتابن وارن خيالن کان رجوع ڪيو ۽ توبہ ڪئي ۽ هاڻي اڳتي لاءِ آئون پنهنجي پراڻن خيالن تي سين ٻين مولوين سان اڳي وانگر وري سهمت ٿيان ٿو، منهنجي لاهوري دوست اهو بہ چيو تہ هونئن تو لکيو سڀ ڪجهہ صحيح آهي ۽ ان موقف سان منهنجو بہ اتفاق آهي، پر پنهنجو ڇا، ماڻهو سڌرن نہ سڌرن وڃي فارس وارن جي حديثن پٺيان هلن، اسان جي ڪهڙو گهران ٿو وڃي، جهڙا عرب تهڙا ايراني، ۽ ان کان پوءِ پنهنجي نصيحت کي وڌائيندي فرمايائين تہ سائنسدان گليلو زمين جي ڦرڻ جو انڪشاف ڪيو پادرين ان کي ان جي اهڙي انڪشاف کي قدرت جي ڪمن ۽ رازن ۾ دخل اندازيءَ جي ڏوهہ ۾ ڦاسي جي سزا جو فيصلو ٻڌايو تنهن تي گليلو ڇا ڪيو جو جڏهن ۽ پادرين کي معافي نامو لکيو ۽ ان ۾ چيائين تہ هاڻي منهنجو خيال بدلجي ويو آهي ۽ زمين



ڪانہ ٿي ڦري، انهيءَ رجوع ڪرڻ تي گليلي جي ڦاسيءَ جي سزا معاف ڪري ان کي آزاد ڪيو ويو، ان کان پوءِ وٽس سنڌس سائنسدان شاگرد آيا ۽ چيائونس تہ استاد سائين رصد گاهون تہ زمين جي ڦرڻ کي ثابت ڪري رهيون آهن هي اوهان ڪيئن لکيو تہ هاڻي اوهان جو خيال بدلجي ويو آهي ۽ زمين ڪانہ ٿي ڦري، گليلي چيو تہ منهنجي معافي نامي جي درخواست ۾ ائين لکڻ سان زمين بيهي تہ ڪانہ رهندي، اها پنهنجي مدار کي پيئي ڦرندي پر آئون تہ ڦاسي جي سزا کان بچي ويس، سو زماني جي رفتار پاڻهي ڪوڙ کي پيئي ڪوڙو ڪندي في الحال پادرين مان تہ جان ڇڏائي سون، مون جواب ۾ پنهنجي لاهوري دوست کي چيو تہ اوهان وٽ آيل سنڌي مهمان پهريائين پنهنجي مائٽ تاج بلوچ کي تہ گهتا ڏئي ماري جيڪو مون کان ڪئي چار وڪون اڳيرو آهي ۽ هو گهر ۾ تبليغي جماعت وارا ڇٽي وٺي ٿو آسيرو پاسيرو گذر ڪندو، پوءِ پنهنجي مهمان جي خير خواهي ۽ همدرديءَ جو شڪريو تہ مڃو، پر منهنجو گليلي جي دور وارن پادرين جي جانشين جي خدمت ۾ عرض آهي تہ اڄ ايڪيهين صديءَ تائين زماني ۾ الله جي سائنسي جلون جي ڪل يوم هوفي شان ٢٩/٥٥ جي روشنيءَ ۾ اسپيڊ ايتري تہ تيز ٿي وئي آهي جو واذا النفوس زوجت ٧-٨١ سان سڄي ڪائنات هٿ جي ترئ وارن ليڪن وانگر سامهون ٿي بيٺي آهي، فارس وارن جي مانوي مذهب جي برمڪي وارثن واري نماز جيڪا انهن اسلامي لٽريچر ۾ قرآن جي حڪم اقيموا الصلوٰة جي تعبير ۽ تشريح طور داخل ڪئي آهي مانوين جي ان نماز ۾ ماڻهن کان الله ڪسيو ويو آهي، قرآن واري صلوٰة ۾ حڪم آهي تہ واذڪر ربڪ في نفسڪ، هوت تہ تنهنجي هنج ۾ ڇپين ڪوهہ پيئي، الله جي ياد لاءِ تون ملي جي ٻانگ جو انتظار نہ ڪر، مسجد جي تلاش نہ ڪر، وفي انفسڪم افلاتبصرون سوچي ڪر سهي، جو شعر ڀٽائي صاحب سورت اعراف جي انهيءَ آيت کي سامهون رکي چيو هو ۽ ڀٽائي صاحب ڪلهوڙا حڪومت ۽ انهن جي مفتين جي عقلي معيار ۽ ساڻس انهن جي روين ۽ سلوڪ کي سامهون رکي سيني ۾ مارئي ڳائڻ واري نموني فرمايائين تہ روزو ۽ نماز اي پڻ چڱو ڪر، پر اهو ڪو ٻيو فهم

جنهن سان پسين پرينءَ کي. تہ پٽ ڏٽيءَ جي ذهن ۾ سورت اعراف جي آيت نمبر ٢٠٥ جو فلسفو هو تہ ولاتکن من الغافلين يعني هردم تات انهيءَ جي اهوئي اهو ٻيو فهم آهي جنهن کي قرآن پاڪ سورت آل عمران جي آيت ١٩١ ۾ بيان ڪيو آهي تہ الذين يذڪرون الله قياماو قعوداً وعلي جنوبهم ويتفڪرون في خلق السماوات والارض ربنا ماخلقت هذا باطلا سبحانڪ فقنا عذاب النار. يعني جيڪي ياد ڪن ٿا الله کي اٿندي ويهندي سمهندي ۽ غور فڪر ڪن ٿا آسمانن ۽ زمين جي تخليق تي ۽ (انهن جو غور فڪر ان حد تائين پهچي ٿو وڃي جو ڪائنات رڙيون نڪري وڃن ٿيون تہ) ربنا ماخلقت هذا باطلا يعني اي جڳ جهان کي پالڻ وارا! ماخلقت هذا باطلا. تو ڪا بہ شيءِ اجائي ۽ فضول ڪانہ خلقي آهي توکي ئي اهو مقدس مرتبو سونهي ٿو، پارت اٿئي، اسان کي توسان ڪفر ۽ انڪار ڪرڻ ڪري جا باهہ پڙ پوندي انهيءَ کان بچائجانءِ، سو قرآن حڪيم ۾ اقيموا الصلوة جي حڪم سان مخلوق کي الله جي ربوبيت ۽ معاشي مساوات وارن جلون پسڻ جون جيڪي واتون ڏسيون ويون آهن ڪاش جو مسلمان انهي فهم ڏي ڌيان ڏين. منهنجو محترم ۽ بزرگ دوست جناب علي احمد بروهي صاحب الله ڏگهي حياتي ڏئيس، چوندو آهي تہ هونئن تہ قيامت ڏينهن گناهن جي سزا قبولڻ کان آئون الله سائين کان پنا ڏئي پڇي وڃان ها، پر ان اسان سنڌ وارن ڏي پنائي موڪليو آهي، سو هاڻي تہ ان جي فڪر اهڙو تہ سوگهو ڪري ڇڏيو آهي جو الله سان نڳي يا بهاني بازيءَ جو ڪو وجهہ ئي نظر نٿو اچي، تہ فارس جي مانوي مذهب وارن باهہ جي اڳيان جيڪا هو نماز پڙهندا هئا، اها عبادت بدران پوڄا آهي، اها هنن اسلام ۾ داخل ڪري مسلمانن کي حديثن جي آڙ ۾ هي اعتبار ڏياريو تہ انهن جي اها نماز قرآن حڪيم جي حڪم اقيموا الصلوة جو ترجمو ۽ مفهوم آهي ۽ هنن جي هن پوڄا واري قسم جي نماز ۾ الله جو اهو تعارف جيڪو اوهان مٿي سورت آل عمران جي آيت ١٩١ ۽ سورت اعراف جي آيت نمبر ٢٠٥ ۾ ڏٺو آهي هي ان جي خلاف آهي، موجوده نماز ۾ الله کي هڪ مندر جي بت وانگر خيالي ڪيفيت ۾ آٿي بيهاريو آهي، جو هنن نماز ۾



اداڳيءَ جي ڪيفيت اهڙي بيان ڪئي آهي تہ ان تعبد الله ڪانڪ تراه فان لم تڪن تراه فانه يراڪ. يعني الله جي اڳيان نماز ائين پڙهہ جڻ تہ تون ان کي ڏسي رهيو آهين جي ايترو توکان نہ ٿي سگهي تہ سمجهہ تہ اهو توکي ڏسي رهيو آهي غور فرمايو الله لاءِ اهڙو گمان ڪرڻ تہ ڪير ان کي ڏسي سگهي ٿو يا الله ڪنهن جي نظر ۾ اچي سگهي ٿو، ڇا اهو الله لاءِ اهڙي سوچ، الله کي ان جي مرتبي کان گهٽائي نہ ٿي؟ الله پاڪ کان ڏسڻ جو مطالبو حضرت موسيٰ جهڙي وڏي مرتبي واري رسول ڪيو تہ جواب ۾ موسيٰ عليہ السلام کي حڪم ٿيو تہ تو ۾ ايتري طاقت ئي ڪانهي جو تون مون کي ڏسي سگهين. موسيٰ تنهنجي ايتري مجال ناهي جو مون کي ڏسي سگهين. موسيٰ تو ۾ ايترو دم ئي ڪونهي، هرويرو ايترو شوق اٿئي تہ هيئن ڪر جو تون جبل جي طرف ڏس پوءِ مان جبل تي پنهنجي تجلي سٽيان ٿو ۽ جيڪڏهن تون اهو برداشت ڪري وئين تہ پوءِ مون کي ڏسي سگهندين فلما تجلي ربه للجبل جعله دڪا وخر موسيٰ صعقا ٤٣-٧ يعني الله جڏهن پنهنجي تجلي جبل تي ڪئي تہ جبل ڏري پيو ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيو ۽ موسيٰ بي هوش ٿي ويو، پوءِ هي نماز سيکارڻ وارا ڪيئن ٿا الله جو مشاهدو ڪرائين. بهرحال هي ماڻهن کان ان حقيقي الله وارو تصور ختم ڪرائڻ چاهين ٿا. جنهن جي تعليم توهان سورت آل عمران جي آيت نمبر ١٩١ ۾ پڙهي آيا، هي ماڻهو الله کي رڊيوز ڪري ۽ ڊي گريڊ ڪري پنهنجي بت وانگر متعارف ڪرائڻ گهرن ٿا. هن غير قرآني نماز سان جيڪو ماڻهو دل ۾ تہ خلق آزاريءَ جا منصوبا رٿيندڙ هجي ۽ ان کي خلق خدا کان لڪائڻ لاءِ موجوده پنج وقتي نماز پابندي سان پڙهي ڪورٽن کي ۽ مخلوق کي تہ دوکو ڏئي سگهي ٿو ۽ ان جي مقابلي ۾ سورت آل عمران جي آيت ١٩١ ۽ سورت اعراف جي آيت ٢٠٥ تي عمل ڪري شوبازيءَ سان ڪنهن جي اڳيان پنهنجي ڪوڙي ۽ نمائشي دينداريءَ جو ڀرم قائم نہ ڪري سگهندو. هونئن بہ ڄاڻڻ گهرجي تہ ظاهري ۽ ڏسڻ ۾ اچڻ واري عبادت دل جي سچائي ۽ خلوص پرکڻ لاءِ ناڪافي آهي، ظاهري خوشامد ۽ چاپلوسي تہ اندر ۾ دشمني ۽ بغض رکڻ وارا ماڻهو بہ ڪندا آهن. ۽

ظاهري خوشامد تي ته اڻ ڄاڻ ۽ ناتجربيڪار وڏيرا ۽ رئيس خوش ڪيا ويندا آهن ۽ جڏهن ته سورت اعراف ۽ آل عمران جي حوالن سان اوهان مٿي پڙهيو ته رب پاڪ خود حڪم ٿو فرمائي ته مون کي دل ۾ ياد ڪيو. موجوده نماز سان الله لاءِ به جيڪو تاثر قائم ٿئي ٿو اهو اهڙو ٿو لڳي جيئن ڪو هلڪڙي سوچ وارو وڏيرو ۽ ليڊر ماڻهن جي دل جي لڳاءُ ۽ وفاداريءَ کي پرکي نه سگهي ۽ ڪين چوي ته اوهان سندس بنگلي تي اچي صبح شام حاضري نٿا ڀريو پڪ سان اوهان منهنجي مخالف فلاڻي وڏيري يا ليڊر جي پارٽيءَ ۾ دلچسپي رکو ٿا. پر الله ته دلين جو مالڪ آهي ان کي وڏيرن جي بنگلن تي درخواستن وارن ۽ حاجتمندن وارن جي ڊڀن ۽ ميڙاڪن سان نه ڪا دلچسپي آهي نه ضرورت آهي. اهو ته امن يجيب المضطر اذا دعاه ويكشف السوء پريشان ماڻهو جڏهن ۽ جنهن تنهن وقت هر حال ۾ هر هنڌ بحرير ۾ به هو پڪاريندو ته الله جي اجابت ان کي هردم اتي ئي ملندي. بهرحال دوستن حڪم ڪيو ته اوهان جي اقيموا الصلوة جي تشريح ۽ تفسير طور مضمون ۾ اڃا وڌيڪ وضاحت گهرجي ٿي ۽ اسان جو ذهن اڃا مطمئن ڪونه ٿو ٿئي سو اڃان به زياده تفصيل سان انهيءَ حقيقت کي جيڪڏهن لکي سگهو ٿا ته لکو نه ته اڳيان مضمون اسان لاءِ ناڪافي آهن. مون دوستن جو حڪم مڃي صلوة ۽ نماز ۾ فرق جي نالي سان توڻي جو نئون مضمون لکيو آهي ۽ ان سان گڏ اڳوڻا چار مضمون هر هڪ اقيموا الصلواة وآتوا الزكوة ٢ قرآن واري نماز ٣ قرآن واري عبادت ۽ ۴ مسجد. هن نئين مضمون سان ملائي ٻيهر ڇپرايان ٿو قرآن واري موقف کي سمجهڻ لاءِ مٿيان سڀ مضمون پڙهڻ کان پوءِ اميد ته قرآني موقف ۽ اقيموا الصلوة جو مفهوم ته سمجهه ۾ اچي ويندو. پر انهي لاءِ هڪ شرط ضروري آهي، جيڪڏهن ڪوئي ان شرط کي ذهن ۾ قبول نه ڪندو ته ان لاءِ منهنجو هي مختصر ڪتابڙو ته ڇا پر قرآن جا ٽيهه سيپارا به ڪافي ناهن. تڏهن ته هو وتن ٿا قرآن کي ڇڏي حديثن ۽ فقهن جا امام بخارا نيشاپور ۽ هرات مان ڳوليندا. منهنجو قرآن فهمي لاءِ اول آخر شرط هي آهي ته قرآن، حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ منشور طور ڪتاب رب پاڪ موڪليو آهي، جيڪو ماڻهو قرآن کي سياسي رهنمائي جو ڪتاب تسليم نه



ڪندو، جيڪو ماڻهو قرآني هدايتن کي ڪائناتي ۽ اجتماعي هدايتن بدران، شخصي ۽ انفرادي وظيفن جو رهبانيت وارو ڪتاب تصور ڪري پوءِ پڙهندو، ته اهو ماڻهو اقيموا الصلوة جو قرآني مفهوم سمجهي نه سگهندو، جيڪو ماڻهو پنهنجي مري ويل وڏڙن جي روح کي قرآن جا ختم پڙهي ايصال ثواب وارو ڪتاب سمجهن ٿا. اهي والارض وضعها للانام جو فلسفو سمجهي ڪونه سگهندا. جيڪي ماڻهو دڪانن تي برڪت لاءِ قرآني آيتن جا نقش، ڪاروباري ملن کان لڪرائي ٽنگين ٿا. اهي قرآن جي آيت ليس للانسان الاماسعي جي فلسفي کي سمجهي نه سگهندا. جيڪي ماڻهو اشرف علي ٿانوي جي ڪتاب اعمال قرآني وانگر قرآن کي ڏاڳي ڌيڳي وارو ڪتاب سمجهندا، اهي قرآن حڪيم جي آيت وعدالله الذين آمنوا منكم وعملوا الصالحات ليستخلفنهم في الارض (۵۵-۲۴) جي فلاسافي کهڙي سمجهي سگهندا.

جيڪي ماڻهو قرآن معرفت مليل دين کي رهباني مراقبن ۾ ويڙهي سيڙهي سياست کان الڳ ڪيو ويٺا آهن. انهن نادان دوستن يا داناءِ دشمنن کي نه معلوم ته ڄاڻ به آهي الائي ڪا نه ته وكلا آتينا حكما وعلما (سورت انبياء آيت ۷۹) يعني اسان هر نبيءَ کي علم وارو ۽ حڪمران بڻايوسون. جڏهن هر نبي پنهنجي پنهنجي دور جو حڪمران ٿيو آهي ۽ هزارين نبين جو پيءُ حضرت ابراهيم دعائون گهري ٿو ته رب هب لي حكما. اي منهنجا پالڻ وارا مون کي حڪومت ۽ اقتدار ڏيار ته پوءِ قرآن حڪيم جي طرفان گڊائڊ منسٽريشن لاءِ ڪوڊورڊ اقيموا الصلوة جي معنيٰ پوڄا جي قسم جي ايراني، مانوي برمڪين جي نماز جيڪا سياسي هلچل ۽ مهاڏي کان ابتڙ تصور رکي ٿي، اهڙو ترجمو عربي ٻوليءَ جي ادب، لغت ۽ ڊڪشنريءَ سان وڏي زيادتي ۽ ڏاڍائي آهي. حڪومت ترڪي جي ڪنهن علمي اداري اعلان ڪيو آهي ته اهي اسلامي علمي ورثي ۾ گذريل سوا ڇوڏهن سؤ سالن جي عرصي ۾ دشمن طرفان جيڪي ملاوٽون ۽ ڪوڙ شامل ڪيا ويا آهن وقت اچي ويو آهي ۽ تمام ضروري آهي ته اهي سڀ ملاوٽون ڪڍي پنهنجي تاريخ ۽ علمي ميراث صاف ڪيون. منهنجي به انهن جي اتباع ۾ پنهنجي ملڪ جي عالمن کي اپيل آهي ته اوهان به اهڙو قدم کڻو.

# صلوٰة ۽ نماز ۾ فرق

قرآن حڪيم پنهنجي الفاظن جي معنيٰ مفهوم، لغت جي لحاظ سان يا محاوري ۽ اصطلاح جي لحاظ سان جڏهن پنهنجي مخصوص فن تفسير تصريف آيات سان کولي سمجهائي ڏئي ٿو پوءِ ان لاءِ ڪنهن به ٻئي لغت جي عالم ماهر ۽ اديب جي محتاجي ڪانه ٿي رهي، پر جيڪڏهن قرآن حڪيم طرفان قرآني الفاظن جي معنيٰ واضح ڪرڻ ۽ ٻڌائڻ کان پوءِ ان معنيٰ سان ۽ ان لفظ جي تشريح سان ڪنهن به عالم، ماهر فرد يا اداري، يا گروهه جي ڪيل معنيٰ ٽڪر کائيندي ته اهڙي صورت ۾ ترجيح ۽ تائيد، قرآن واري معنيٰ ۽ تعبير کي ڏني ويندي ۽ ان جي مقابل ٻين سيني اٿارٽين کي ٻليل ۽ غلط قرار ڏنو ويندو، قران حڪيم جي اندر جيڪي الفاظ قانوني قسم جي رهنمائي ڪن ٿا انهن جي معنائن ۾ تحريف هيراڦيري ۽ خيانت جو وڌو تفصيل منهنجي ايندڙ ڪتاب علم ۾ خيانتون (ٻيو حصو) ۾ پڙهي ڏسندا.

ان هوندي به ان ڪتاب جي اچڻ کان اڳي هت ٽڪڙ ۾ ان ٽڪراءَ جي حوالي سان لفظ صلوة، جيئن ته هن ڪتاب جو موضوع آهي ۽ ٽائيٽل به آهي ته ان بابت ان جي مفهوم ۽ معنيٰ کي خود قرآن کان ئي معلوم ڪري پيچي ٻڌائڻ ضروري سمجهان ٿو، سو اهو ٽڪراءَ ته هر پڙهندڙ سمجهي ٿو ته قرآن ۽ فقهي امامن ۽ حديثون گڏ ڪندڙ امامن جي وچ ۾ آهي، فقهن وارن امامن ۽ حديثن وارن امامن صلوة جي معنيٰ موجوده نماز ڪئي آهي، انهنجي مقابلي ۾ ڏسو ته قرآن پنهنجي ان اهم اصطلاحي لفظ صلوة جي ڪهڙي معنيٰ ٻڌائي ٿو، ملاحظه فرمائيندا.

علم ادب ۾ تعبير ۽ تشريح لاءِ جيڪا صنف تقابلي آهي، جنهن جي ذريعي ڪنهن به لفظ جي معنيٰ پنهنجي مشهور ۽ معلوم مفهوم



واري مقابل لفظ جي تقابل سان ڏسي ۽ سمجهائي ويندي آهي، انهيءَ صنف کي استعمال ڪندي قرآن حڪيم پنهنجي لفظ صلواة جي معني متعين ڪري ڏيکاري آهي صورت قيامت جي آيت نمبر ٣١ ۽ ٣٢ ۾ فرمان آهي ته فلاصدق ولاصلي ولاڪن ڪذب وتولي. هاڻي هت لفظ صلي جي مقابلي ۾ تولي جو لفظ آندو ويو آهي، جيئن صدق جي مقابلي ۾ ڪذب آندو ويو آهي صدق معنيٰ تصديق ۽ ڪذب معنيٰ ڪوڙو قرار ڏيڻ، ته توليٰ جي معنيٰ آهي روگرداني ۽ اطاعت کان منهن ڦيرڻ ۽ پٺي ڏئي هليو وڃڻ ته انهيءَ سان مقابلي ۾ آندل لفظ صليٰ جي معنيٰ مقرر ۽ متعين ٿي وئي ته تابعداري ڪرڻ پويان هلڻ ۽ اتباع ڪرڻ، ٻنهي آيتن جي معنيٰ هن طرح آهي ته ان قرآن مخالف شخص قرآني احڪامن ۽ پروگرام جي نه تصديق ڪئي ۽ نه ئي تابعداري ڪئي بلڪ ان بدران قرآني پروگرام جي تڪذيب ڪئي ۽ ان جي تابعداري ڪرڻ کان ڦيرو ٿيو، قرآن حڪيم طرفان تقابل واري صنف سان لفظ صلوة جي معنيٰ تابعداري، قرآن واري نظام جي تابعداري، ٻڌائڻ کان پوءِ انهيءَ معنيٰ جي ڪير به ڪٿي مخالفت ڪري پوءِ اهي مخالف ڪٿي سوين هزارين ابو حنيفا ۽ شافعي ۽ امام مالڪ هجن يا حديثن جا فارس وارا امام ڇو نه هجن انهن سڀن جي مقابلي ۾ اسان کي ايمان قرآن تي آڻڻو آهي، اسان سڀن مسلمانن کي ۽ خود رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان به اعلان ڪرايو ويو ته تون چئي ڏي وقل آمنت بما انزل الله من ڪتاب ١٥-٤٢ يعني اي پيغمبر تون چؤ ته ايمان آندو مون ان ڪلام تي جيڪو الله پنهنجي ڪتاب مان نازل فرمايو، ۽ سورت نساء جي آيت ١٣٦ ۾ فرمان آهي ته يا ايهاالذين آمنوا آمنوا بالله ورسوله والڪتاب الذي نزل علي رسوله يعني اي ايمان وارو! ايمان آڻيو الله تي ۽ ان جي رسول تي ۽ ان ڪتاب تي جنهن کي نازل فرمايائين پنهنجي رسول مٿان، ته الله جي پاران اسان سڀن مسلمانن کي الله ۽ ان جي رسول ۽ ان جي ڪتاب مٿان ايمان آڻڻ جو حڪم ڪيو ويو آهي، قرآن حڪيم جي سمورن ٽيهن پارن ۾ ڪاٿي به فقهه ساز ۽ حديث ساز امامن مٿان

ايمان آڻڻ جو حڪم ڪونہ ڏنو ويو آهي. تہ هتي صلوٰة جي معنيٰ ۾ قرآن جي ٻڌايل معنيٰ (تابعداري) ئي صحيح آهي. امامن واري ٻڌايل معنيٰ نماز، اها قرآن واري معنيٰ سان ٽڪراءِ ۾ آهي. ان ڪري اسان کي قرآن جي پنيان هلڻو آهي، نہ فقهہ ۽ حديثون ناهيندڙ امامن جي.

هاڻ ڄاڻڻ گهرجي تہ پوري قرآن پاڪ ۾ لفظ صلوٰة پنهنجي مختلف صيغن سان هڪ اندازي مطابق ٩٩ نوانوي ڀيرا استعمال ڪيو ويو آهي تہ هاڻ هر هنڌ ان جي معنيٰ سياق سباق جي لحاظ سان اهڙي تہ ڪئي ويندي جو جيڪا پنهنجي اصل ۽ مٿي ڄاڻايل لغوي مفهوم سان موافق ٻيهي، ۽ ان جي مقصديت کي ضايع نہ ڪري.

هاڻي اچو تہ قرآن حڪيم کان سوال ڪيون ۽ پڇئون تہ تنهنجي نازل ڪيو وڃڻ جو مقصد ۽ غرض وغايت ڇا آهي تہ جواب ۾ رب پاڪ قرآن حڪيم لاءِ فرمائي ٿو تہ انا انزلنا اليڪ الڪتاب بالحق لتحڪم بين الناس بما اراڪ الله ولاتڪن للخائنين خصيما ١٠٥-۴ يعني اي رسول اسان تنهنجي طرف هي ڪتاب هن لاءِ نازل ڪيو آهي تہ تون ماڻهن جا معاملا هن ڪتاب ۾ ٻڌايل قانونن جي ذريعي "فيصل ڪر، جن جي سمجهڻ جي بصيرت الله عزوجل توکي عطا ڪئي آهي. ۽ خيانت باز ماڻهن، دوکي باز ماڻهن جو پاسو ڪڏهن بہ نہ ونجانءِ. تہ هت قرآن حڪيم جي نازل ٿيڻ واري مقصد پڌري ٿيڻ کان پوءِ ثابت ٿي ويو تہ رب پاڪ پنهنجي ڪتاب ۾ جاءِ بجاءِ جيڪو فرمايو آهي تہ اقيموا الصلوٰة يعني صلوٰة کي قائم ڪيو تہ اهو صلوٰة جو حڪم قرآن مجيد جي قانون جي تابعداري ڪرڻ ۽ قرآن واري نظام حڪمرانيءَ جي پوءِ لڳي ڪرڻ جو حڪم آهي. تہ هتي لفظ اقيموا جي معنيٰ قائم ڪرڻ اها نظام جي قائم ڪرڻ ۽ ان جي تابعداري ڪرڻ سان موافق بہ ٻڄي ٿي. جيڪو خود نزول قرآن جو مقصد پڻ آهي ۽ انهي معنيٰ ۽ مفهوم کان الٽ جيڪا نماز واري معنيٰ لفظ صلوٰة جي ڪئي وڃي ٿي ان ۾ قرآني احڪامن جي تابعداري ۽ قرآن واري نظام جي قائم ڪرڻ ۽ پوئلڳي ڪرڻ وارو مفهوم نٿو ثابت ٿئي. سو جيڪي ماڻهو اقيموا الصلوٰة جي



معنيٰ قرآن واري نظام قائم ڪرڻ ۽ ان جي تابعداري ڪرڻ جو انڪار ڪري، ان بدران اقيموا الصلوٰة جي معنيٰ نماز پڙهو ڪن ٿا اهي ماڻهو ڄڻ تہ حڪمراني جي باطل نظامن اڳيان شڪست قبول ڪن ٿا ۽ اقيموا الصلوٰة جي قرآن واري معنيٰ ڇڏي ڪري باطل نظامن جي ۽ اهل طاغوت جي مدد ڪن ٿا ۽ هٿ سان الله جي مخلوق کي اهل باطل جي حوالي ڪن ٿا ۽ اقيموا الصلوٰة جي معنيٰ نماز قرار ڏيڻ سان دين کي قرآن کي رهبانيت جو چوپڙو بنائين ٿا. اقيموا الصلوٰة جي معنيٰ نماز قرار ڏيڻ وارا، الله کي ڄڻ تہ اليڪشني وڏيرو ۽ جاگيردار تصور ڪن ٿا جيڪو هنن جي سجدن ۽ پنج ڀيرا روزانو نماز جي ظاهري حاضرين ڀرڻ تي ٻانهي کي فرمانبردار تسليم ڪري ۽ اهو ٻانهو اندر ۾ ڪٿي مسلمان هجي يا ٻيو ڪجهہ هجي ان لاءِ هن حقيقت کي ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ موجوده مروج نماز اها الله جي عبادت ڪانهي بلڪ پوڄا آهي. جيڪا پنڊت ۽ هندو پنهنجي پٿرن جي بتن اڳيان سرانجام ڏيندا آهن تہ مسلمانن بہ الله کي ڄڻ تہ يوٽوپيائي ۽ تخيلاتي بت قرار ڏئي ڇڏيو آهي، سو عبادت جي مفهوم کي سمجهڻ لاءِ هن ئي ڪتاب ۾ "قرآن واري عبادت" جي مضمون کي بہ پڙهڻ جي زحمت گوارا ڪندا. هونئن تہ الله عزوجل کي پنهنجن ٻانهن کان باقائدي ۽ مڪمل نموني شڪايت بہ آهي تہ وماقدروا الله حق قدره ٩٢-٦ يعني ماڻهن الله جي تعظيم جو حق ادا نہ ڪيو ۽ الله جو ماڻهن قدر ئي نہ ڄاتو تہ الله پنهنجي ٻانهن کان گهري ڇا ٿو؟ ۽ ٻانها موٽ ۾ ڏين ڇا ٿا. سو هلندي هلندي اهو بہ عرض ڪري ڇڏيان تہ عام توڙي خاص ماڻهن ۾ هڪ چوڻي مشهور آهي تہ حق بہ قسم آهن هڪ حقوق الله ٻيا حقوق العباد. يعني هڪڙا الله جا حق ٻيا ٻانهن جا حق سو ڄاڻڻ گهرجي تہ قرآن حڪيم جي سمورن ٽيهن سيپارن ۾ ڪنهن هڪ هنڌ بہ الله پاڪ پنهنجي ڪنهن هڪ بہ حق جي ڳالهہ ڪانہ ڪئي آهي البت سورت انعام جي آيت نمبر ١۴٢ ۾ جيڪو فرمايو اٿس تہ وآتوا حقه يوم حصاده يعني پوڪ جو

ديرو ڪٽڻ مهل الله جو حق ڏينداوجو، سو اهو به الله سائينءَ ان حق جي نسبت تہ پنهنجي طرف ڪئي آهي پر حقيقت ۾ ديري ۾ اها پتي به حاجتمندن ۽ مستحق انسانن لاءِ گهري اٿس سورت بقره جي آيت نمبر ٢٦٧ ۾ فرمايائين تہ يا ايها الذين آمنوا انفقوا من طيبات ماڪسبتم ومما اخرجنا لڪم من الارض، يعني اي ايمان وارو! پنهنجي بهتر ڪمايل مال مان ۽ زمين جي پيداوار مان خرچ ڪيو، ۽ خرچ لاءِ ضرورتمند محتاجن جي تہ لسٽ قرآن بار بار بيان ڪئي آهي، تہ ڳالهہ جو خلاصو هي وڃي نڪتو تہ اهو هڪ حق جنهن کي الله پنهنجو سڏيو آهي اهو بہ حقيقت ۾ انسانن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ آهي، مطلب تہ الله بي نياز آهي ان کي انسانن يا ڪنهن بہ ٻي مخلوق جي پوڄا جي ڪابہ ضرورت ۽ حاجت ڪانهي جو ان ماڻهن تي پوڄا واري نماز فرض ڪئي هجيس، الله تہ دلين جي رازن جو ڄاڻهار آهي اهو ڄاڻي ٿو تہ ڪير نمازن جي صفن ۽ سجدن ۾ بہ وياج جا ليکا ۽ پورهيتن کي ڦرڻ جون سوچون پيو ويچاري تہ ڪير ذرتنيءَ ۾ ڏلها ڍوئڻ مهل مون الله سان راز نياز ۾ آهي تہ سندس عيال جي آئون پورت ڪري ڏيانس، الله جي ياد ۽ الله سان ملاقات هن نمائش واري نماز جي محتاج ناهي، ان لاءِ تہ رب پاڪ پاڻ ٿو فرمائي تہ واذڪر ربڪ في نفسڪ تضرعاوخيفة دون الجهر من القول ٢٠٥-٧ ياد ڪرتون پنهنجي پالڻ واري کي پنهنجي دل ۾ عاجزي ۽ آهہ و زاريءَ سان ڊڄندي ۽ بغير آواز واري گفتي جي، انهيءَ ماجرا کي ڪنهن شاعر چيو آهي تہ جنهون ڪا عشق صادق هي وہ ڪب فرياد ڪرتي هين- لبون پر مهر خاموشي دلون مين ياد ڪرتي هين.

رب پاڪ پنهنجي ٻانهن مان جن ماڻهن جي عبادت کي ساراهيو آهي انهن جي تعريف ۾ فرمائي ٿو تہ منهنجا اهي ٻانها جيڪي مون کي ياد ڪن ٿا ويٺي ويٺي ۽ سمهندي پر هو ان ياد دوران يتفڪرون في خلق السماوات والارض ربنا ماخلقت هذا باطلا ١٩١-٣ يعني هو اهڙي ذڪر ۽ ياد دوران غور فڪر ڪن ٿا آسمانن ۽ زمين جي تخليق تي، انهن جي



ان غور ۽ فڪر ۾ ايتري تہ اونهائي ۽ همہ گيري جامعيت ۽ پهچ آهي جو منهنجي تخليقات جي سين ائٽمن کي ايترو تہ چيڪ ڪن ٿا ۽ پرکين ٿا جو هو چئي ٿا ڏين تہ ربنا ماخلقت هذا باطلا يعني اي پالڻهار تنهنجي ڪابہ شيءِ اجائي ۽ بي مقصد خلقيل ڪانهي هرهڪ جو مستقل ڪارج آهي ڪونہ ڪو ڪانسيپٽ آهي ڪابہ شيءِ تو اجائي ڪانہ پيدا ڪئي آهي، تہ يقين سان سمجهڻ گهرجي تہ رب پاڪ جا اهي ساراهيل ٻانها اهي آهن جيڪي سائنسدان آهن ڪنهن بہ سائنسدان جو خدائي تخليقن تي غور ۽ فڪر، قرآن ان کي ذڪر سڏيو آهي، قرآن جي نظر ۾، الله جي نظر ۾ ڪائنات جي تخليق تي غور ۽ فڪر، ڪائنات جي ربوبيت تي غور ۽ فڪر اهوئي ذڪر آهي، پر ماڻهن جيڪوان بدران تسبين جي مڻڪن تي الله جا نالا ڳڻڻ کي ذڪر سڏيو آهي اها انهن جي پنهنجي گهڙاوت آهي. اهڙي نموني سورت جمعہ ۾ جيڪو مومنن کي حڪم ڏنو ويو آهي تہ يا ايهاالذين آمنوا اذانودي للصلوة من يوم الجمعہ فاسعوا الي ذڪر الله و ذروا البيع ذالڪم خير لڪم ان ڪنتم تعلمون. يعني اي ايمان وارؤ! جڏهن سڏيو وڃي اوهان کي جمعي جي ڏهاڙي اجتماع صلوة ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تہ پنهنجا هٽ ۽ واپار ڇڏي تڪڙ ۾ وڃي الله جي ذڪر ۾ شريڪ ٿيو جيڪڏهن اوهان کي ڄاڻ هجي تہ اهو الله جي ذڪر ۾ شريڪ ٿيڻ اوهان لاءِ ڏاڍو ڀلو آهي، هاڻي عام ماڻهو بلڪ خاص ماڻهو بہ يعني اهل علم بہ ان جمعي واري ميڙاڪي کي بہ موجوده نماز سان تعبير ڪن ٿا، جڏهن تہ سوچڻ گهرجي تہ هن سورت جي آخري آيت ۾ رسول کي خطاب آهي تہ ماڻهن جي هن ميڙاڪي جي هدايتن ۾ سندن ئي لاءِ جيڪي تون هن کي انتظامي هدايتن وارا مسئلا ڏسين ٿو انهن ۾ ڪائي دلچسپي نٿا وٺن، ائين جو جڏهن اجتماع صلوة کان ٻاهر ڪنهن واپار جو پڙهويا راند جو سڏ ٻڌن ٿا تہ توکي ليڪچر ڏيڻ واري حال ۾ ليڪچر دوران ڇڏي وڃي ٿا بازار ۽ گهر وسائين، غور ڪيو وڃي تہ اڄ جي هن پندرهين صدي واري دور ۾ بہ اسان هالو چالو

گاسليٽي قسم جا مسلمان جمعي وارن ڏينهن تي عام قسم جي خطبين جي تقريرن ۽ واعظن کي پسند نہ ڪرڻ باوجود بہ ويهي ٻڌندا آهيون تہ جيئن تيئن مولوي صاحب واعظ پورو ڪري تہ نماز پڙهي پوءِ فارغ ٿي ٻاهر وڃون. پر قرآن تہ رسول الله جي ڳالهہ ڪري رهيو آهي ۽ رسول سائين جي دور وارن ماڻهن جي ڳالهہ ڪري رهيو آهي تہ اهي رسول کي خطبي ڏيندي اڌ ۾ ڇڏي بازار ڏي ۽ راندين روندين ڏي هليا ٿا وڃن. جيڪڏهن جمعي ڏينهن رسول سائين جي زماني ۾ موجوده نماز هجي ها تہ ماڻهو خطبي جي اڌ ۾ نماز پڙهڻ کان اڳي ڪونہ نڪري وڃن ها. پر جيئن تہ صرف پاليسي ميٽر وارو خطاب هوندو هو. سو ڪجھ ٻڌو ڪجھ نہ ٻڌي اڌ ۾ هليا ويندا هئا. سو انهيءَ ماجرا جي حقيقت هي آهي تہ جمعي جو ميڙاڪو ۽ اجتماع صلوٰة اهو وقت جي حڪمران طرفان ماڻهن جي اجتماعي معاملن مسئلن جي سياسي ۽ انتظامي هفت روزه ڪانفرنس آهي جنهن کي وقت جو حاڪم يا ان جو نائب پبلڪ اڳيان پنهنجيّ ڪارڪردگين جون رپورٽون ۽ پاليسيون پيش ڪري ٿو ۽ جڏهن تہ اهي سڀ ڳالهيون سياسي ۽ سماجي ضرورتن سان تعلق رکن ٿيون ۽ ماڻهن کي ازل کان اجتماعي ۽ سياسي ڪمن ۾ ٻهرو وٺڻ کان ٻرو ٿو چڙهي، سو هو رسول الله جهڙي هستي کي بہ اڌ ڪانفرنس ۾ خطاب ڪرڻ دوران ڇڏي گهر ۽ بازار ڏي هليا ٿا وڃن. دڪانن ۽ واپار طرف وڃڻ اهو انفرادي مفاد سان تعلق رکي ٿو ۽ جمعي ڏينهن هفت روزه سرڪاري سياسي ڪانفرنس جون ڳالهيون ماڻهن جي اجتماعي معاملن سان تعلق رکندڙ هونديون آهن. سو ماڻهن کي اجتماعيت سان منڍ کان دلچسپي نٿي لڳي، تہ غور فرمايو وڃي تہ هن سورت ۾ اجتماع صلوٰة طرف جيڪو سڏيو ويو آهي قرآن ان کي فاسعوا الي ذڪر الله. چڻ تہ لفظ صلوٰة جي ترجمي طور ذڪر جو لفظ ڪتب آندو آهي ۽ فرمائي ٿو تہ صلوٰة طرف سڏ کان پوءِ تڪڙا تڪڙا الله جي ذڪر طرف اچو. پڙهندڙن کي ڄاڻ هوندي تہ ڪيئي ڀيرا قرآن پاڪ



کي ذڪر جي لفظ سان متعارف ڪرايو ويو آهي يعني قرآن جو ٻيو نالو ذڪر بہ آهي تہ هاڻي سمجھڻ گهرجي تہ قرآن حڪيم ۾ ڪائناتي ۽ انساني مسئلن جا قانون ۽ نظام اجتماع جا جيڪي بہ قائدا ڏسيا ويا آهن، اهي سڀ ذڪر جي عنوان هيٺ اچن ٿا ان ڪري رب پاڪ فرمايو تہ اذا نودي للصلوة.... فاسعوا الي ذڪر الله يعني صلوٰة طرف نداء ۽ سڏ اهو الله جي ذڪر طرف سڏ آهي ۽ الله جي ذڪر جي معنيٰ هيءَ ٿي تہ وقت جو حاڪم ۽ ان جو نائب جمعي جي ميڙاڪي ۾ اوهان جي حاجتن ۽ مسئلن تي جڏهن پنهنجون پاليسيون ۽ هدايتون پيش ڪندو تہ اهوئي ذڪر الله آهي. قرآن پاڪ جي هڪ پاليسي واري اصطلاح سمجهائڻ لاءِ عرض ڪندو هلان تہ قرآن ۾ جنهن شيءِ لاءِ بہ هي فرمان هجي تہ هي الله جي شيءِ آهي الله جي پراپرٽي آهي جيئن لله مافي السماوات والارض يعني آسمانن ۽ زمين جون جملي شيون الله لاءِ آهن تہ هاڻي ان جي معنيٰ هيءَ ٿي تہ الله لاءِ يعني عام ماڻهن لاءِ اها شيءِ ٿي، هاڻي ان تي پرائيوٽائيزيشن جو قانون لاڳو نہ ٿيندو. گورنمينٽ ۽ ملٽي نيشنل ڪمپنيون انهن تي پنهنجي اجاري داري نہ هلائي سگهنديون ۽ پوءِ ماڻهن ۾ ورهائڻ لاءِ وري قرآن ٻيا قانون ڏسيا آهن. يعني ڪل نفس بماڪسب رهين. ليس للانسان الاماسعي، يعني جسماني محنت ۽ پورهيي سان ئي ڪوئي مالڪ ٿي سگهندو. تہ هن سورت جمعہ ۾ جيڪو صلوٰة ۽ ذڪر الله جي ميڙاڪي طرف سڏ آهي ان مان مراد اڄڪلھ واري نماز ناهي، جو تہ نماز انفرادي فعل آهي جڏهن تہ صلوٰة ۽ ذڪر الله، اهي اجتماعي هدايتون آهن جيڪي قانون ۽ سرڪار- ڳالهيون تصور ڪرڻ گهرجن. اڄ جو نمازي ماڻهو بہ نماز کي پنهنجو انفرادي فرض سمجهي جمعي ڏينهن مولوين جي واعظن کي پسند ناپسند باوجود گوارا ڪري ٿو. نماز پڙهڻ کان اڳي مسجد ڇڏي ڀڄي ڪونہ ٿو وڃي ۽ حضور سائين جي زماني ۾ جمعي جي ميڙاڪي ۾ هيءَ نماز ڪانہ هوندي هئي، صرف سياسي ۽ انتظامي

خطاب هوندو هو، سو ماڻهو اچي شريڪ ٿي ڪجھ حصو ٻڌي وري اڏ ۾ پيچڻ جي ڪندا هئا. جيئن هاڻي بہ ماڻهو جلسن ۾ ڪي ڪي ۽ ڪڏهن ڪڏهن اڌ تقريرن مان هليا ويندا آهن. تہ هن گذارش جو خلاصو هي آهي تہ لفظ صلوٰة قرآن حڪيم واري فلاحي حڪومت جي نظام هلائڻ لاءِ هڪ سياسي ڪودورڊ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي قرآن واري نظام جي تابعداري ڪرڻ ۽ اتباع ڪرڻ. تہ موجوده نماز، جيڪو نالو خود غير عربي آهي ايراني آهي ۽ انهي جو وجود فارس جي مانوي مذهب وارن آتش پرستن وٽ اسلام کان اڳي موجود آهي. صرف ان کي مانوي دانشورن حديث جي هنر سان اسلامائيز ڪيو آهي. جڏهن تہ ٻانهي ۽ الله جي تعلق ۽ ڳانڍاپي جو ذريعو قرآن حڪيم جيڪو ڏسيو آهي، موجوده نماز ان کان بہ الڳ آهي. قرآن وارو ياد الاهي وارو طريقو مٿي اوهان پڙهي آيا. يعني الذين يذكرون الله قياما وقعودا وعلىٰ جنوبهم ۳-۱۹۱ اٿندي ويهندي سمهڻ دوران بہ الله کي پيا ياد ڪندا ۽ واذكر ربك في نفسك ۷-۲۰۵ يعني اها ياد بہ دل ۾ جنهن جي ڪنهن بہ ٻر واري کي خبر بہ نہ پوي. جڏهن تہ نماز انهن آيتن جي هدايتن موافق ناهي. بلڪ ابتڙ آهي.

## موجوده نماز لاءِ تواتر عملي جو دليل

هن نماز لاءِ ماڻهو ثبوت واسطي چون ٿا تہ نماز پڙهندڙن جي وڏي اڪثريت ۽ جم غفير، اهو بہ هڪ ثبوت آهي يعني نبي سائين جي زماني کان وٺي وڏي تعداد ۾ نماز پڙهڻ وارا هر دور ۾ اهو عمل دهرائيندا ۽ ادا ڪندا پيا اچن تہ اهو تواتر عملي ثبوت ۽ دليل آهي موجوده نماز جي فرض هجڻ جو. انهيءَ دعويٰ جي جواب ۾ عرض آهي تہ تواتر عملي يعني نبي سائين جي زماني ۾ انهن کان وٺي نماز جو



عمل ادا ڪونہ ڪيو ويو آهي. هڪ تہ انهيءَ لاءِ قرآن جي شاهدي موجود ڪانهي. ٻيو جيڪڏهن وڏي اڪثريت نبي سائين جي پنيان نماز پڙهي پوئين وارن طرف اهو عمل منتقل ڪيو آهي جيڪو اڄ تائين هلندو پيو هلي. تہ انهيءَ نماز ۾ ان جي ادائگيءَ ۾ اختلاف ڇو. هر فرقي جي نماز جدا ڇو؟ نبي سائينءَ جي پنيان جيڪڏهن سندن پوري دور نبوت ۾ مڪي ڪان وٺي نماز لاڳو ٿي آهي تہ بانگ جي ايجاد اصحابن جي خوابن ذريعي ڪئي وئي آهي. سو بانگ بابت حديثن وارو اهو ڏس خود ثابت ڪري ٿو تہ نماز جيڪڏهن موجوده صورت ۾ الله طرفان فرض هجي ها تہ ان لاءِ اذان بانگ جي نالي سان سڏڻ جوطريقو نہ الله سيڪاريو نہ رسول سيڪاريو. وچان وچان اصحابن خواب ۾ بانگ جي دريافت ڪئي. جنهن کي رسول سائين پسند فرمائي لاڳو ڪري ڇڏيو. وري نماز تي بانگ ذريعي گڏ ٿيل ماڻهن کي ٻيو پيرو تڪبير ذريعي نماز لاءِ اٿارڻ اهو بہ بانگ وانگر غير قرآني آهي ۽ ان جون شڪلون بہ هر فقہ جي امام وٽ ساڳيون ناهن. حنبلي فقہ جي تڪبير مختصر تہ حنفي فقہ جي تڪبير ڊگهي. تہ ڇا جيڪو عمل رسول سائين جن کان وٺي خلق جي وڏي اڪثريت سان روزانو پنج پيرا دهرائيو صدين جو سفر ڪري اچي پهتو آهي. جنهن کي ايراني حديثون ٺاهيندڙ الله طرفان مقرر ڪيل عبادت سڏين ٿا. اهڙي تواتر واري عبادت جي تڪبير بہ رسول سائين وٽان هڪ قسم جي نقل نہ ڪري سگهيا آهن. جيڪا هوريان پڙهڻ بدران ڏاڍيان پڙهي ويندي آهي. اهڙي نموني التحيات ۽ دعائن ۾ بہ فقهي اسڪولن جي لحاظ سان هڪجهڙائي ڪانهي. ۽ اهل حديث سڏائيندڙن ۽ فقهي امامن جي پوئلڳن وچ ۾ امام پنيان نماز پڙهندڙ مٿان پهرين وٽ الحمد سورت پڙهڻ ضروري آهي ۽ فقهہ حنفي وارن وٽ لازم آهي تہ هو سورت فاتحہ نہ پڙهن. ۽ اهل حديثن وارن وٽ سورت فاتحہ جي پڇاڙي مهل ضروري آهي تہ جماعتي ڏاڍيان آمين پڙهن ۽ حنفين وٽ ضروري آهي تہ هو ڏاڍيان بدران هوريان چپن ۾

پڙهن، ته ڇا جيڪو عمل نبي سائين جي زماني کان تواتر سان يعني وڏي تعداد ۾ مخلوق هر روز پنج پيرا نبي سائين پنيان ۽ وري پوءِ ان جي وفات کان پوءِ اصحابن پنيان وري اڄ تائين پندرهين صديءَ تائين جيڪو عمل دهرائبو پيو اچي ته ان ۾ ايترو اختلاف! ڇا تواتر ۽ لڳاتار خلقن جون خلقون روزانو جيڪو عمل پنج پيرا دهرائيندا ۽ ورجائيندا ڇن پيا ته ان ۾ ايتروفرق ۽ اختلاف ڪيئن" حج جي فرضيت لاءِ سڀ فقهن وارا ۽ اهل حديث متفق آهن اهو صرف انهن ماڻهن مٿان فرض آهي جيڪي سفر جي خرچ جي سگهه رکي سگهن تڏهن به ان جي فرضيت لاءِ قرآن حڪيم جيڪو حڪم ڪيو آهي جنهن کي رٿن آرڊر، تحريري حڪمنامو ۽ لکت ۾ حڪمنامو چئي سگهجي ٿو جيڪو فقهن وارن جي چوڻ مطابق پوري جمار ۾ هڪ ڀيرو فرض آهي ته ان لاءِ به قرآن حڪيم جا الفاظ آهن ته واذن في الناس بالحج يعني حج تي اچڻ لاءِ ماڻهن ۾ پڙهو گهمايو، پر جيڪا نماز هرهنڌ روزانو پنج پيرا پڙهڻي آهي ان لاءِ اهڙو تفصيلي آرڊر رٿن ۾ لکت ۾ حج وانگر ته قرآن ڪونهي ٻڌايو، باقي رڳو نماز جي سڏ لاءِ جيڪا اذان ڏني وڃي ٿي اها ڪنهن اصحابيءَ جي خواب ۾ اهڙي آذن ٻڌڻ سان لاڳو ڪئي وئي آهي؟ ۽ اها خواب واري حديث به خبر واحد جيڪا ٻن شاهدن واري قرآني قانون جي روشنيءَ ۾ اعتبار لائق نه چئبي، يعني قرآن جهڙو ڪتاب جنهن لاءِ خود الله پاڪ فرمائي ٿو ته وڪل صغير و ڪبير مستطر ۵۳-۵۴ يعني هر ننڍي وڏي شيءِ لکرائي وئي آهي ته پوءِ اها بانگ ڪيڏانهن ۽ ڪيئن؟ ڇا اسلام جهڙو دين مشاهداتي ۽ وحي جي ڪليل حڪمن بدران ٻين ماڻهن جي خوابن تي به مشتمل آهي ڇا؟ جيڪڏهن ماڻهن جي خوابن سان اسلامي احڪامن ۾ پيوندڪاري کي قبول ڪندئو ته اهڙي فهرست ته پوءِ ڏگهي ٿي ويندي. ته انهن گذارشن جو خلاصو هي ثابت ٿئي ٿو ته قرآن حڪيم ۾ جيڪو حڪم بار بار اقيموا الصلواة جي حوالي سان ڪيترن ئي هنڌن تي دهرايو ويو آهي. ان جي معنيٰ نماز



ناهي، جيڪڏهن ان جي معنيٰ قرآن جي عام ترجمي ڪندڙ عالمن جي مطابق نماز کي تسليم ڪيون ته پوءِ اڳتي موجوده نماز جا ته ڪجهه به تفصيل قرآن ۾ ڪونه آهن ۽ هن ڳالهه تي به سڀن فرقن جي عالمن جو اتفاق آهي ته نماز جا تفصيلي احڪام قرآن ۾ ڪونه آهن اهي حديثن مان ملن ٿا. سو اسان جيڪڏهن انهن عالمن جي ان ڳالهه کي قبول ڪنداسين ته قرآن مٿان الزام اچي ويندو ته اهو ڪتاب اجمالي آهي جنهن جو تفصيل حديثن اچي ڪيو آهي. پوءِ اهڙي سبب ته قرآن حڪيم جي هي آيت ته وهوالذي انزل اليڪم الڪتاب مفصلا ۱۱۴-۶ يعني الله اها ذات آهي جنهن نازل ڪيو آهي توهان جي طرف ڪتاب کي تفصيل سان کولي کولي، ۽ ٻئي هنڌ ساڳي سورت ۾ جيڪو فرمان ربي آهي ته قد فصلنا الآيات لقوم يعلمون (آيت ۹۷) يعني بيشڪ اسان پنهنجي آيتن کي علم رکڻ ۽ ڄاڻ رکڻ واري قوم لاءِ کولي کولي آندو آهي ته پوءِ جيڪي عالم سڳورا پاڻ ٿا اقرار ڪن ته موجوده نماز جا تفصيل قرآن ۾ ڪونه آهن، اهي حديثن مان مليا آهن، ته پوءِ اهي ڄڻ ته ٻين لفظن ۾ اقرار ڪري وينا ته قرآن اجمالي ڪتاب آهي، ان جو تفصيل ماڻهن جي ڪلام ۽ حديثن جو محتاج آهي ۽ اهي عالم ماڻهو ڄڻ ته مٿي آندل سورت انعام جي پنهي آيتن جو انڪار ڪري وينا. ۽ انهن سيني آيتن جو به جن ۾ قرآن کي نور سڏيو ويو آهي، مبين سڏيو ويو آهي، تبيان سڏيو ويو آهي، قرآن کي مافرطنافي الڪتاب من شيءِ ۶-۳۸ سڏيو ويو آهي ۽ ڪل صغير و ڪبير مستطر سڏيو ويو آهي يعني هر ننڍي وڏي شيءِ قرآن ۾ لکيل آهي، پوءِ جيڪي ماڻهو قرآن کي نماز جي تفصيلي احڪامن کان خالي سمجهن ٿا ۽ اقرار ڪن ٿا ته اهي سمورا تفصيل انهن کي حديثن مان مليا آهن ته پوءِ اهي ماڻهن کي چو ٿا غلط ڳالهه ٻڌائين ته نماز الله فرض ڪئي آهي، ائين چو ڪونه ٿا ٻڌائين ته نماز ايراني حديثن مان اسان کي ملي آهي، ۽ رسول اسان ڏي قرآن کڻي آيو هو، اهو ايراني حديثن بدران قرآن کي الله جون حديثون جيڪي احسن الحديث ڪتاب طور اسان کي ڏئي ويو آهي.

## قرآن واري صلوه جا طور طريقا پارليامينٽ ذريعي پاس ڪرڻا آهن ان صلوه لاءِ بجيٽ جي به ضرورت پوندي

جنهن ۾ ان ڪتاب اسان کي ٻڌايو آهي ته اقيموا الصلوة جي معني والذين استجابوالربهم واقاموا الصلوة وامرهم شوريٰ بينهم وممارزقناهم بنفقون (٣٨-٤٢) يعني جن ماڻهن پنهنجي پالڻ واري جي سڏ کي دعوت کي (ان جي نظام ربوبيت تي عمل ڪرڻ کي) قبول ڪيو ۽ قائم ڪيائون صلوة کي (يعني ان نظام جي پوئواري ڪيائون جنهن پوئواري جي تشريح به قرآن ٻڌائي ٿو ته) وامرهم شوريٰ بينهم يعني اهي الله جي دعوت قبول ڪرڻ وارا پنهنجي صلوة مجلس مشاورت ذريعي سرانجام ڏيندا (يونين ڪائونسل جي شوري ليول تي، تعلقي ۽ ٺائون جي شوري ليول تي، ضلعي ۽ صوبي جي شوريٰ اسيمبلي ۽ مرڪزي اسيمبلي ۽ پارليامينٽ ليول تي) امرهم شوريٰ بينهم يعني الله جي سڏ کي قبول ڪرڻ وارن جي صلوة پنهنجي انهن جي مجالس مشاورت ذريعي سرانجام ٿيندي، جنهن مجلس مشاورت ۾ وممارزقناهم ينفقون يعني جيڪي ۽ جيترو رزق (بجيٽ) اسان انهن کي عطا ڪيو آهي ان جي خرچ ڪرڻ جون اسڪيمون پاس ڪندا ۽ روزگار خرچ ڪندا قرآن هت سورت شوريٰ ۾ مٿي ٻڌايل معنيٰ کي جيڪا سورت مڪي آهي جنهن مهل اجا پنهنجي آزاد حڪومت قائم نه ٿي آهي تڏهن به اقامت صلوة جي معنيٰ ماڻهن جي روزگار جو بندوبست ڪرڻ واري نظام کي قائم ڪرڻ ٻڌائي آهي ته بلڪل اهائي معنيٰ مدني سورت انفال جي آيت نمبر ٣ ۾ به پنهنجي آزاد حڪومت قائم ڪرڻ کان پوءِ به ساڳي ٻڌائي وئي آهي ته الذين يقيمون الصلوة ومما رزقناهم ينفقون اولائڪ هم المؤمنون حقا يعني اهي ماڻهو جيڪي صلوة قائم ڪرڻ وارا آهن انهن جي اقامت صلوة جي شڪل صورت هي آهي ته مما رزقناهم ينفقون يعني اسان طرفان ڪين ڏنل روزگار کي حاجتمندن مٿان خرچ ڪن، (ذخيره اندوزي



نه ڪن) کپائي ڇڏين، ورهائي ڇڏين، جيڪي ائين ڪندا ته پوءِ اهي ئي حق سچ وارا مؤمن آهن پر جيڪي اقامت صلوة جي دعويٰ ڪن ۽ دولت کي رزق کي خرچ ڪرڻ بدران روڪي بند ڪري جمع مالا وعدده رکو پنهنجا اڪائونٽ ڀرڻ لاءِ ڀيا هر وقت ڳڻيندا ته ڪيترو وڌيو، ڪيترو وڌيو، ته اهڙن مصلين ۽ صلوة وارن لاءِ هلاڪت آهي فويل للمصلين نظام حڪومت جي اهڙن عملدارن لاءِ هلاڪت ۽ تباهي آهي. قرآن جيڪو فرمايو آهي ته انتم الاعلون ان ڪنتم مؤمنين يعني اوهان ئي بلند آهيو مٿيرا آهيو، اعليٰ آهيو جيڪڏهن اوهان مومن آهيو ۽ ايمان وارا آهيو ته قرآن پاڪ هت سورت انفال ۾ جيڪو فرمايو آهي ته اولائڪ هم المؤمنون حقا ته اهو انهن مؤمن جي وصف آهي جن لاءِ آيت جي منڍ ۾ قرآن فرمايو ته الذين يقيمون الصلوة وممارزقناهم ينفقون يعني اهي ماڻهو جن جي اقامت صلوة، رزق جي وسيلن خرچ ڪرڻ سان ٿئي ٿي، اهي حق وارا مؤمن آهن، هاڻي انهيءَ نڪتي تي غور ڪيو ته اڄڪلهه سعودي حڪومت، عراق، ايران، پاڪستان، افغانستان، بنگال، انڊونيشيا، ملائيشيا يعني سڀ مسلمان اقامت صلوة جي معنيٰ حديثن واري موجوده مروج نماز قرار ڏين ٿا، پر اهي سڀ جو سڀ ملڪ ملٽي نيشنل ڪمپنين جا محتاج آهن، انهن جون پنهنجي بقاءَ ۽ ترقيءَ واريون پاليسيون عالمي سامراج جي تابع آهن ته پوءِ اهڙا سڀ مسلمان ملڪن وارا نمازون ته ڏاڍيون ٿا پڙهن، انهن ملڪن جي شهرن ۾ نمازن جي وقتن تي لائوڊن تي بانگون ته ڏاڍيون ٿيون اچن، پر اهي سڀ انتم الاعلون يعني دنيا وارن کان بلند هجن. ائين ڪونهي، اهي سڀ معاشي ۽ سياسي طور محتاج آهن. بقول هنن جي ڪافر ملڪن جا، ۽ هي جيڪي پاڻ کي اقامت صلوة وارو مومن ته سڏائين ٿا، پر هنن ۾ اجا انتم الاعلون واري خاصيت ڪانه ٿي لبي ته پوءِ ضرور ڪورولو هوندو، اهو رولو هي ٿو ثابت ٿئي ته قرآن حڪيم اقامت صلوة جي جيڪا معنيٰ ڪئي آهي ته وامرهم شوريٰ بينهم وممارزقناهم ينفقون يعني جمهوري طريقن سان مشاورت ڪري عوام ۾ حقدارن ۾ الله جي ڏنل رزق کي خرچ ڪن تقسيم ڪن، سو هنن واري اقامت صلوة (ايراني نماز) قرآن

واري مٿي ٻڌايل صلوٰة سان مڃ ڪان ٿي ڪائي ان ڪري انتم الاعلون
يعني مومنن جي بلنديءَ واري وصف ڪان بہ هي محروم آهن ڇو تہ
بلنديءَ لاءِ ايمان شرط آهي ١٣٩-٣ ايمان وارا اهي آهن جيڪي رزق
جي مال جو ذخيرو ۽ استحصال ڪرڻ بدران خرچ ڪرڻ وارا هجن
(انفال ٣) ۽ ممارزقناهم ينفقون اهي آهن جيڪي اقامت الصلوٰة تي عمل
ڪندڙ هجن. (٣-٨ ۽ ٢٨-٤٢)

## قرآن واري معياري حڪومت لاءِ شرط اقامت الصلوٰة

سورت حج جي آيت نمبر ٤١ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ الذين ان مڪناهم في الارض اقاموا الصلوٰة وآتوا الزڪوٰة وامروا بالمعروف ونهواعن المنڪر ولله عاقبة الامور يعني اسان جن ماڻهن کي عدل انصاف ڪرڻ لاءِ ظلم ۽ ظالمن خلاف اقتدار ۽ حڪومت قائم ڪرڻ جو چانس ڏينداسون تہ انهن مٿان هي لازم هوندو تہ هو (اڳين حڪومتن جي باقيات وارين) بچڙاين ظلم فحاشي ۽ هر قسم جي قرلٽ کي ختم ڪن ۽ اهڙو نظام قائم ڪن جنهن ۾ هر حاجتمند ۽ ضرورتمند کي رزق تعليم صحت ۽ هر قسم جي سامان زندگي فراهم ڪرڻ جو بندوبست ڪن ۽ حڪومت ۾ امربالمعروف ۽ نهي المنڪر جو مستقل ڊپارٽمينٽ قائم ڪن. جنهن جي مڪمل سرانجامي سدائين لاءِ الله جي قانون سان ٿيڻ گهرجي. پڙهندڙن جي خدمت ۾ گذارش آهي تہ هن آيت جي مفهوم تي احڪامن جي ترتيب تي، ڪمپوزيشن تي غور ڪيو تہ رب سائين جن کي حڪومت ڏيڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي انهن کي اقامت صلوٰة جو پابند ڪيو آهي ۽ انهيءَ اقامت صلوٰة جي تعبير ۽ تفسير ۾ رب پاڪ پاڻ فرمايو آهي تہ هو ماڻهن جي نشونما جي ضرورتن واري سامان جو بندوبست ڪن. ماڻهن کي قانونن جي پابندي ڪرڻ جي تربيت ڏين ۽ معاشري مان بدڪاريون ختم ڪرڻ لاءِ جوڳو انتظام ڪن. هن آيت سڳوري جي عرض ڪيل تعبير ۽ تفسير جي تائيد لاءِ خود قرآن حڪيم مان



سورت عنڪبوت جي آيت نمبر ٤٥ پڙهي ڏسندا تہ اتل ما اوحي اليڪ من الڪتاب واقم الصلوٰة. ان الصلوٰة تنهي عن الفحشاء والمنڪر. يعني اي پيغمبر تنهنجي طرف جيڪو ڪتاب وحي ڪيو ويو آهي ان جي قانونن ۽ هدايتن مان تلاوت ڪر (ان قانونن واري ڪلچر سان) اهڙو نظام قائم ڪر. جيڪو نظام تنهي عن الفحشاء والمنڪر. فواحش. برائين ۽ ناپسنديده ڪمن ڪان ماڻهن کي روڪي. ياد رکي ڇڏيو ولذڪرالله اڪبر. الله جو قانون اوهان جي هٿ ٺوڪين قانونن ڪان بلند برتر ۽ مٿاهون آهي. غور فرمايو تہ هن آيت ۾ اقامت صلوٰة جو تعلق نظام حڪومت سان ٿي ڏيکاريو ويو آهي ۽ اقامت صلوٰة جي معنيٰ نظام ذريعي معاشري مان بدڪاريون ختم ڪرڻ سمجهايو ويو آهي. مانوارن پڙهندڙن جي خدمت ۾ اجا وڌيڪ تسلي لاءِ دليل تہ اقيموا الصلوٰة جي قرآني حڪم جي معنيٰ ايراني حديثن واري موجوده نماز ناهي. بلڪ برائين ڪان پاڪ صاف رکڻ وارو معاشرو قائم ڪرڻ جو نظام آهي. ان لاءِ قرآن مان وڌيڪ ثبوت تہ سورت مريم جي آيت نمبر ٥٩ ۾ فرمان آهي تہ فخلف من بعد هم خلف اضاعوا الصلوٰة واتبعوا الشهوات فسوف يلقون غيا. يعني انبياء عليهم السلام جي شاندار قيادت ۽ دورن ڪان پوءِ انهن جي جاءِ تي اهڙا تہ ناخلف قسم جا جاءِ نشين اچي وينا جن اضاعوا الصلوٰة يعني نظام صلوٰة کي اهڙو تہ ضايع ڪري ڇڏيو ۽ برباد ڪيو جو ان جو نتيجو هي وڃي نڪتو جو شهوتن جي ڪرتوتن پٺيان وڃي پيا ۽ خواهشات نفساني پٺيان اهڙو تہ پئجي ويا جو انهن ڪان باز نہ اچڻ جي صورت ۾ تباهي ۾ وڃي پوندا. غور فرمايو وڃي هن آيت ۾ بہ قرآن حڪيم فلاحي رياست جي گڊ گورننس لاءِ مقرر ڪيل اصطلاح ۽ جامع قسم جي ڪوڊورڊ الصلوٰة جي معنيٰ سمجهائڻ لاءِ ادب جي دنيا جي، بلاغت ڪلام جي دنيا جي، مجيل صنف، تقابل، کي ڪتب آندو آهي، يعني ڪنهن بہ لفظ جي معنيٰ ۽ مفهوم متعين ڪرڻ لاءِ ان جي مقابلي ۾ آندل مفهوم مخالف وارو لفظ اهڙو تہ استعمال ڪيو وڃي جيڪو پنهنجي معنيٰ ۾ مشهور، معلوم مقرر ۽ غير اختلافي هجي. پوءِ ان جي تقابل سان ٻئي لفظ جي معنيٰ ازخود طئہ ٿي وڃي، ثابت ٿي وڃي

۽ مخالفت جي مفهوم سان متعين ٿي وڃي، ته قرآن حڪيم اضاعوا الصلوة جي مقابلي ۾ جملو آندو واتبعوا الشهوات جو. ته جڏهن اتبعوا الشهوات جي معنيٰ مقرر آهي، جنهن ۾ ڪوئي اختلاف ناهي. جيڪا آهي بي لغام ٿي نفساني خواهشن پٺيان هلڻ. ته هاڻي ان جملي جي مقابلي واري جملي اضاعوا الصلوة جي ازخود نموني مقابل هجڻ ڪري هيءَ معنيٰ طئي ٿي وئي ته ضائع ڪري ڇڏيائون ان تابعداري کي. جيڪا انهن کي، وحي واري تعليم ذريعي سرانجام ڏيڻي هئي ۽ ان بدران ڇڙواڳ بنجي هو نفساتي خواهشن پٺيان ڪاهي پيا. ته هت قرآن ۾ صلوة جي معنيٰ ڪنهن اصول ۽ قانون جو پابند پوئلڳ ٿي هلڻ وارو ۽ شهوت جي معنيٰ نفساني خواهشن پٺيان بي لغام ٿي هلڻ وارو اهو آهي تقابلي صنف ذريعي قرآن حڪيم طرفان پنهنجو تفسير پاڻ ڪرڻ وارو مثال. هاڻ ان کان پوءِ لفظ صلوة جي مفهوم سمجهڻ لاءِ ڪنهن به فقهي يا حديثن واري امام کان صلوة جي ٻي ڪنهن معنيٰ معلوم ڪرڻ لاءِ پڇڻو ڪونه پوندو.

انهن فقيهن ۽ محدثن جي مقابلي ۾ قرآن حڪيم صلوة جي جيڪا معنيٰ سيکاري ٿو ڪيڏي ته انساني معاشرن جي سڌاري لاءِ اڪسير آهي، سورت مدثر جي آيت نمبر ۴۲ کان ۴۷ تائين مذڪور آهي ته دوزخ وارن کان سوال ڪندڙ پڇندا ته ماسلككم في سقر يعني اوهان کي ڪهڙن ڪرتوتن هن هنڌ پڄايو آهي جواب ۾ چوندا ته لم نک من المصلين اسان نظام صلوة قائم ڪرڻ وارن مان ڪونه هئاسون اهڙو جو ولم نک نطعم المسکين ان نظام صلوة ۾ ڀهرو نه وٺڻ جو نتيجو اهو وڃي نڪتو جو اسان پنهنجي معاشري جي مسڪينن کي مانيءَ ڳيو به کائڻ لاءِ نه ڏيندا هئاسون (۽ انقلاب جي ڳالهه ڪرڻ وارن ۽ قرآن واري معاشي نظريي جي ڳالهه ڪرڻ وارن تي) ٺٺوليون ڪندا هئاسون (ته هي وڏا آيا آهن معاشي مساوات قائم ڪرڻ وارا) وکنا نکذب بيوم الدين اسان احتساب واري ڏهاڙي کي مڃيندا ئي ڪونه هئاسون. تنهنڪري اڄ هي ڏينهن پڙ پئجي ويو آهي. آئون مناسب سمجهان ٿو بلڪ ضروري سمجهان ٿو ته پڙهندڙن جي خدمت ۾ قرآن حڪيم مان مٿين سورت



مدثر ۾ جيڪو سمجهايو ويو آهي ته قرآن ۾ صلوة جي لفظ ۽ اصطلاح جو معاشري جي معاشي نظام سان به تعلق آهي ۽ صلوة جي لفظ جي معنيٰ موجوده دور ۾ پڙهي ويندڙ نماز ڪانهي. انهيءَ جو اجان به وڌيڪ ڪليل ثبوت لکان، پڙهي ڏسندا سورت هود جي آيت نمبر ۸۷ فرمان آهي ته قالوا ياشعيب اصلواتک تامرک ان نترک مايعبد آبائنا اوان نفعل في اموالنا مانشاء انک لانت الحليم الرشيد. يعني حضرت شعيب عليه السلام جي قوم وارا حضرت شعيب عليه السلام کي سندس نبوت واري پروگرام طرف، سڌجي جواب ۾ چون ٿا ته اي شعيب! تنهنجيون صلاتون توکي هن ڳالهه لاءِ به حڪم ڪن ٿيون ته اسان پنهنجي ابن ڏاڏن واريون ريتون رسمون ته ڇڏيون پر پنهنجي مال ملڪيت جو استعمال به پنهنجي مرضيءَ تي نه ڪيون؟ اسان ۾ تون ئي اڇي سوپر ۽ هدايت وارو ساماٿو آهين؟ غور فرمايو ته حضرت شعيب عليه السلام پنهنجي قوم وارن کي جيڪو معاشيات جي باري ۾ وحي واري تعليم جو فارمولو عمل ۾ آڻڻ لاءِ چيو آهي، ان کي جواب ۾ سندس قوم وارا چون ٿا ته شعيب! تنهنجيون صلاتون اسان جيءَ معاشي معاملن ۾ به اسان کي پابند ڪن ٿيون ته اسان پنهنجي ڪمائي پنهنجي مرضيءَ تي خرچ نه ڪري سگهون. هتي آيت جي الفاظن تي غور ڪرڻ گهرجي لفظ صلوة کي قرآن پاڪ قوم شعيب جي ترجماني ڪندي جمع جي صيغي سان آندو آهي، انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته شعيب عليه السلام وحي واري تعليم جا جيڪي قائدا قانون لاڳو ڪرڻ گهريا آهن، اهي سندس قوم جي ابن ڏاڏن جا سڀ طور طريقا ته ختم ڪن پيا پر ماليات جي پاليسي به اڪوٽي ختم ٿئي پئي يعني جنهن ماڻهوءَ کي جيئن وڻي خرچ ڪري. بهرحال لفظ صلوات جمع جي صيغي سان هي ثابت ڪري رهيو آهي ته اهو رياستي اجتماعي نظام جي هر محڪمي سان تعلق رکي ٿو ۽ رياست جي معاشري جي جملي انتظامي معاملن کي، ڊپارٽمنٽن لاءِ جدا جدا صلاتون ڪوٺي سگهبو. جيئن مٿي هن آيت ۾ اوهان پڙهي آيا، صلوة جي تشريح ۽ تفسير بابت جيڪي گذارشون عرض ڪيان پيو اوهان پڙهندڙ مهربان غور فرمايو انهن سين سمجهائين

مان آئون پنهنجي طرفان ڪاٻہ ڳالهہ ڪونہ ٿو گهڙي آڻيان، هرهڪ سمجهائي قرآن پاڻ ٿو ٻڌائي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ صلوة جي اصطلاح، حڪمرانيءَ جي، گورنمينٽ هلائڻ جي، هڪ وڏي ذميداريءَ جو مفهوم رکي ٿي، تہ مصلي يا صلوة جي ڊيوٽي ڏيڻ وارو عام رعيت جو ماڻهو ناهي، صلوة قائم ڪرڻ جو خطاب يا ايها الذين آمنوا سان ڪيل آهي، تہ مؤمن جو لقب تمام وڏي ذميداري وارو آهي، مؤمن حڪومت جي انقلاب جي هر قسم جي ٻڌي ڇوڙي، پاليسي ساز ادارن جو ممبر ۽ اعليٰ عهديدار هوندو آهي، عام رواجي قسم جي يارو ناڪو ۽ هالو چالو ماڻهوءَ جي ڇا ذهني ائپروچ ۽ صلاحيت هوندي جو مصلي بنجي سگهي ۽ صلاة واري ڊيوٽي سرانجام ڏئي سگهي، صلوة جي ڊيوٽي ڏيڻ لاءِ قانون جي اعليٰ ڊگري پڙهيل هجڻ گهرجي قومن جي ثقافت ۽ ڪلچر ڪان ٻہ گهٽ ۾ گهٽ ايم. اي جيتري تعليم پڙهيل هجي، صلوة کي ماڻهن ۾ نافذ ڪرڻ لاءِ سوشيالاجي ۾ ٻہ ماهر هجڻ ضروري آهي، نہ رڳو ايترو پر نفسيات جي علم جي ٻہ مڪمل ڄاڻ ضروري آهي، ۽ ان جي جنرل ناليج ٻہ اعليٰ قسم جي هجي. خبر هجڻ گهرجي تہ صلوة جي رهنمائيءَ جا پهريان استاد ۽ معلم ۽ ايڊمنسٽريٽر پيغمبر ۽ رسول آهن جن جي وحي جي تعليم سان جيڪا ڄاڻ ۽ ذهانت جڙي آهي، انهيءَ سان هو وڏا حڪيم، داناءَ ۽ مدبر بڻيا آهن، تہ قرآن واري ڏسيل نظام کي اقيموا الصلوة جي فرمان سان جاري رکڻ وارا نبين جا جاءِ نشين ۽ خليفا ۽ نائب بنجڻ وارا ڪي رواجي ۽ معمولي ماڻهو نٿا ٿي سگهن، ڇو تہ صلوة جو مڪمل تعلق لا اينڊ آرڊر، گڊ گورننس، ۽ حڪومت هلائڻ سان آهي، جنهن ۾ ٽوٽل نگيٽو، پازيٽو، امر بالمعروف ۽ نهي المنڪر وارا حڪم جاري ڪرڻا پون ٿا. پڙهي ڏسندا سورت لقمان آيت نمبر ١٧ يا بني اقم الصلوة وامربالمعروف وانه عن المنڪر واصبر علي ما اصابڪ ان ذالڪ من عزم الامور يعني اي منهنجا پٽڙا! (هي حضرت لقمان جي پنهنجي پٽ کي تعليم آهي) قائم ڪر تون صلوة کي (نظام کي ان جي شڪل صورت هي آهي تہ) حڪم ڪر قانون جي معروف ڪمن جو ۽ غير معروف، غير قانوني ۽ ناپسنديده ڪمن ڪان



ماڻهن کي روڪڻ ۽ منع ڪرڻ جا آرڊر هلاءِ (انهيءَ راهہ ۾ ڪن ماڻهن سان ٽڪراءَ - مقابلو ٿي پوي تہ) تڪليفن ۽ مصيبتن پهچڻ تي استقامت سان ۽ ڄمت سان منهن ڏئي بيهہ، صلوة قائم ڪرڻ جي راهہ ۾ ۽ امربالمعروف ۽ نهي المنڪر جي راهہ ۾ انقلاب دشمن ضرور رستو روڪيندا مقابلو ڪندا، پوءِ مقابلي ۾ ڄمي بيهي لڙڻ، ان ذالڪ من عزم الامور، اهو وڏي عزيمت وارن ڪمن مان آهي، هاڻي ڪير ٻڌائي سگهندو تہ موجوده حديثن واري نماز پڙهڻ سان ظالمن ۽ استحصالي گروهن کي ڪا تڪليف پهچي ٿي؟ جو هو هن نماز جي ڪري قرلت نہ ڪري سگهن ڏاڍ ۽ زور زبردستي نہ ڪري سگهن، هزارين لکين ڪروڙين ماڻهو موجوده حديثن واري نماز پڙهي رهيا آهن، ان نماز ڪاٻہ ڪرپشن بند ڪانہ ڪئي آهي، پرخود اها نماز پڙهڻ وارا پاڻ ئي ڪيترن ڏوهن جا عادتي آهن، سو اهڙي نماز پڙهڻ سان ڪير ارهو ٿيندو، ڪير رستو روڪيندو؟ جو لقمان پنهنجي پٽ کي چوي ٿو تہ صلوة قائم ڪرڻ سان مصيبتن کي منهن ڏيڻو پوندو، انهيءَ مان ثابت ٿيو تہ قرآن واري صلوة معاشري جي ظالم استحصالين جا رستا بند ڪري ٿي جنهن سبب اهي ظالم مصلين لاءِ رڪاوٽون پئدا ڪن ٿا. اڃا اڳتي سورت ڪوثر ۾ غور ڪري ڏسو ۽ سوچيو تہ رب پاڪ پنهنجي پيغمبر کي فرمائي ٿو تہ انا اعطيناڪ الڪوثر، اسان توکي قرآن عطا ڪيو آهي هاڻي ان ايڏي وڏي ڪتاب ۽ پيغام کي ڪائنات تائين پهچائڻ لاءِ تنهنجي مٿان تمام وڏيون ذميداريون آهن انهن کي نڀائڻ لاءِ اسان توکي واٽ ڏسيون ٿا، اها آهي فصل لربڪ وانحر (هاڻي ٽڪڙ ۾ پڙهندڙ مهربان، عام رواجي معنيٰ کي ٻہ ڏسي پوءِ فيصلو ڏين تہ ڇا ان سان حق ادائي ٿي سگهندي؟ اها آهي نماز پڙهہ ۽ اضحيٰ ڪر) جڏهن تہ فصل لربڪ وانحر جو حقيقي مفهوم هي آهي تہ ڪائنات لاءِ پالڻ وارو سامان پيدا ڪرڻ واري رب جي نظام پرورش کي تون هلاءِ، قائم ڪر ۽ سرانجام ڏي، جنهن ۾ گهٽي ڪمائڻ ۽ ٿوري ڪمائڻ وارن ۾ ورهاست، ضرورتن جي بنياد تي برابري جي اصول تي ڪئي ويندي جنهن لاءِ سورت نحل جي آيت نمبر ٧١ ۾ ڏسيو ويو آهي تہ فما الذين

فضلوابرادي رزقهم علي ما ملكت ايمانهم فهم فيه سواء يعني گهڻي ڪمائڻ وارا پنهنجي واڌي پنهنجي ماتحتن کي جيڪي اڻپورو ۽ ٿورو ڪمائي سگهيا آهن، انهن کي موٽائي ڏين، جو تہ انساني بنيادي ضرورتن ۾ سڀ برابر آهن. تہ اي محمد! اي قرآن پڙهندڙ! جڏهن توهان کي قرآن ڏنو ويو آهي تہ ان کي پهچائڻ ۽ ان جي سماجي، سياسي، معاشي، معاشرتي حڪمن کي مخلوق ۾ نافذ ڪرڻ لاءِ توهان کي اهو تمام زوردار ۽ تائيت ڊسيپلين سان لاڳو ڪرڻو پوندو، جنهن خلاف ڦورو ماڻهو، ذخيره اندوز ماڻهو، سرمائيداريت ۽ جاگيرداريت جا ايجنٽ ۽ نمائندا اوهان جي رستن ۾ وڪ وڪ تي رڪاوٽون وجهندا (تہ اهڙي حال ۾ اوهان جي اضحيٰ جو گوشت ڪائي نماز جوڻ سان اهي قاروني ۽ فرعوني ڇاڙتا خوفزده ڪونہ ٿيندا) اهڙي صورتحال ۾ اوهان کي مقابلي لاءِ جانين جا نذرانا ڏيڻا پوندا، قرآن واري نظام کي سوپارو ڪرڻ لاءِ سر ڏيڻا پوندا، هتي پيارن ساٿين سميت سرتريءَ تي رکي ميدان ۾ اچڻو آهي. هتي پنهنجي ڇاتيءَ جو سمورو زور لڳائڻو آهي، هي صلوة اها عشق واري صلوة آهي جنهن لاءِ قران فرمائي ٿو تہ ان الله اشتري من المؤمنين انفسهم واموالهم بان لهم الجنة يقاتلون في سبيل الله فيقتلون ويقتلون ١١١-٩ يعني مومن جي جان ۽ مال مون الله وٽ جنت جي بدلي ۾ خريد ڪيل آهي وڪاڻل آهي، هاڻي انهن جي جانين جو مالڪ مان الله آهيان منهنجو انهن لاءِ حڪم آهي تہ منهنجي قرآن واري نظام کي قائم ڪرڻ لاءِ ميدان تي اچن ۽ دشمن کي قتل ڪرڻ تائين نہ ڇڏين، انهيءَ راهہ ۾ جي پنهنجو سر ڏيڻو پوي تہ ان جي بہ پرواهہ نہ ڪن، اها آهي فصل لربڪ وانحر جي معنيٰ.

## صلوة جي قضا نہ ٿيندي

هن قرآن واري صلوة ۾ وقت وقت تي پابنديءَ سان ادا ڪرڻ جو ئي حڪم آهي، هن ۾ قضا نہ ٿيندي آهي، فارس وارن جيئن حديثن جي نالي مسلمانن ۾ مانوي مذهب واري پنهنجي نماز کي قرآن واري صلوة



جي جاءِ تي لاڳو ڪري اسلام کي رهبانيت جو مذهب بڻائي ڇڏيو آهن. قران ۾ صلوة آهي، نماز ڪانهي، فارس جي حديثن ٺاهڻ وارن نماز ڪسي وڃڻ تي قضا ڪري پڙهڻ جا ڪوڙ گهڙيا آهن. قرآن واري صلوة جيڪڏهن قضا ٿي وڃي جيئن جيڪي بدر جي جنگ ۾شريڪ نہ ٿي سگهيا تہ احد جي لڙائيءَ ۾ منديون لٽاڻيون پئجي ويون، هتي قرآن واري صلوة ڪسي وڃي تہ مصلي سسپيند ڊسچارج بلڪ ڊسمس، قرآن واري صلوة جيڪڏهن رهجي وڃڻ يا ڪسائي ڇڏڻ تہ ڇا پر رڳو سُستيءَ سان ڊيوٽي ڏيڻ تي بہ قرآن فرمائي ٿو تہ فويل للمصلين الذين هم عن صلاتهم ساهون سستي ڪندڙن لاءِ بہ هلاڪت ۽ ويل آهي تباهي ۽ بربادي آهي، سلطنت ۽ رياست جي ڊيوٽين ۾ سستي بہ معاف ناهي، جو تہ انهن ڊيوٽين جي رهائي ڇڏڻ سان حڪومتون ڊهي پونديون آهن، هتي قضا بدران سزا ملندي، پڙهندڙ مهربانن کي عرض آهي تہ قرآن جا تيهہ ئي سيپارا اٿلائي ڏسو صلوة لاءِ ڪنهن هڪ هنڌ بہ قضا ڪرڻ جو ذڪر ڪونهي، البت روزن بابت لکيل آهي تہ بيماريءَ يا سفر جي ڪري رهجي وڃن تہ اوترا ڏينهن ٻين مهينن ۾ قضا ڪري رکڻا آهن، جو تہ روزو انفرادي سڌاري جو ٽريننگ ڪورس آهي ۽ صلوة اجتماعي عمل آهي، پوءِ انفرادي سڌارو بہ اجتماعيت جي ڪاميابيءَ لاءِ ئي آهي. پر فارس جي حديثن واري نماز قرآن ۾ آهي ئي ڪانہ تہ پوءِ ان جي قضا لاءِ قرآن طريقو ۽ وقت ڪيئن ٻڌائي جهڙي تفصيل سان روزن بابت ٻڌايا اٿس ۽ ذرا سمجهڻ جي بہ ڳالهہ آهي تہ قرآن واري صلوة هر گهڙي، هر دم، هر پل، لڳاتار جاري ئي جاري آهي، ايترو جو قرآن پاڪ فرمائي ٿو تہ ولاتڪن من الغافلين ٢٠٥-٧ هردم هوشيار دائما ساهرا سدائين سجاڳ هر وقت اٽينشن ايترو جو ڪنهن بہ ٻانگي کي پگهار تي ڪونهي بيهارڻو، جو تہ خود توکي بغير ڪنهن پيش امام جي، من جي مسجد ۾ الذين يذڪرون الله قياما وقعودا وعليٰ جنوبهم يعني اٿندي ويهندي سمهندي يتفڪرون في خلق السماوات والارض زمين ۽ آسمانن جي تخليق واري ٽيڪنالاجيءَ تي غور ڪرڻو آهي، مخلوق جي ضرورتن، حاجتن ۽ گهرجن جي پورائي تي غور ڪرڻو آهي ۽ هن ڳالهہ

تي به سوچڻو آهي ته جڏهن هيءَ ڪائنات وڏي ڪنهن مقصديت لاءِ خلقيل آهي ته تون ان مقصد جي تڪميل لاءِ السبت بربكم جي جواب ۾ ربوبيت عالمينيءَ جو وعدو ڪري آيو آهين. ان وعدي جي تڪميل لاءِ، ظلم خلاف عدل لاءِ، ڪلاسيفڪيشن خلاف مساوات واري ربوبيت لاءِ، تون ڪهڙي ڊيوٽي هن وقت تائين ڏئي سگهيو آهين ۽ ڪيتري رهائي ڇڏي اٿئي. نه ته صلوٰة جو ترجمو موجوده نماز ڪرڻ وارا ٻڌائين ته روزو جڏهن سال ۾ پيرو هڪ مهيني لاءِ فرض ڪيو ويو آهي ان جي رهجي وڃڻ تي ته قضا جا مسئلا قرآن سمجهايا آهن پر نماز جيڪا ٻارنهن ئي مهينا مرڻ تائين جاري آهي ان جي قضا جا مسئلا ڇو حديثن وارن لاءِ رهايا ويا آهن.

## رڪوع سجدي جي معنيٰ

ڪي ماڻهو چون ٿا ته قرآن حڪيم ۾ جيڪو حڪم آهي ته وارڪعوا مع الراڪعين يعني رڪوع ڪرڻ وارن سان گڏ رڪوع ڪيو انهيءَ جملي ۾ ڏنل حڪم مان مراد نماز آهي. آئون رڪوع ۽ صلوٰة سان متعلق ڪجهه آيتون نقل ڪيان ٿو پوءِ ترجمو عرض ڪيان ٿو پڙهندڙ مهربان غور ڪري فيصلو پاڻ ڪن. فرمان آهي ته اقيموا الصلوٰة وآتوا الزڪوٰة وارڪعوا مع الراڪعين (بقره ۴۳) هن آيت ۾ ۳ ڳالهيون مستقل طور فرمايون ويون آهن جيڪي قرآن واري پروگرام ۽ جملي مشن ڪي سموئيندڙ آهن. يعني سموري نظام خداونديءَ لاءِ هن مختصر آيت اندر فرمانبرداريءَ جون هدايتون اچي ويون آهن. هڪ اقيموا الصلوٰة يعني قرآن واري نظام قائم ڪرڻ لاءِ اوهان مان هرهڪ پنهنجيون پنهنجيون ڊيوٽيون ۽ ذميداريون پوريون ڪري. ٻڌايو ويو ته اوهان جون ڊيوٽيون اهڙو ته رنگ لائين ۽ اثر ڏيکارين جن سان رعيت جي نشونما ۽ پرورش جو مڪمل سامان ۽ انتظام ٿي وڃي. انهيءَ ايڏي وڏي ڪم لاءِ، رياستي نظام هلائڻ لاءِ ڪامياب ڪرڻ لاءِ هڪ ڳالهه هميشه واسطي ٻڌايو ويو ۾ ٻڌل هجي ته وارڪعوا مع الراڪعين يعني



فرمانبردارن مان ٿجو، هر وقت حڪم جي اطاعت لاءِ تيار، موسٽ اوبيڊينٽ بنجي رهندو، تڏهن هي نظام هلي سگهندو، هتي نافرماني، ڪم چوري ته ڇا پر سستيءَ تي به سزا ملندي ۱۰۷-۵-۴ هاڻي ٻڌايوءَ ته هن آيت ۾ اقيموا الصلوٰة جو حڪم به آهي ته وارڪعوا مع الراڪعين جو به حڪم آهي ۽ ٻئي حڪم مستقل طور تي جدا جدا آهن نه رڳو ايترو پر ٻنهي جي وچ تي ٽيون آتوا الزڪوٰة جو حڪم به آهي، هڪ ڳالهه ته جيڪڏهن ڳالهه ڪندڙ ۽ سوال پڇندڙن جو اهو جيڪو چوڻ آهي ته وارڪعوا مع الراڪعين جي اهائي معنيٰ مطلب آهي جيڪو اقيموا الصلوه جو مطلب آهي ته پوءِ جوابي سوال عرض آهي ته پوءِ ٻنهي مان هڪ ئي حڪم ڇئي ڇڏجي ها، يا اقيموا الصلوٰة يا وارڪعوا مع الراڪعين، ساڳي معنيٰ مفهوم وارا جدا الفاظ ٻه ڀيرا ڇو؟ پر جيڪي دستار فضيلت جا ڏٽي هي علمي نڪتو ٻڌائين ٿا ته اقيموا الصلوٰة جملي جو ٻيو جملو وارڪعوامع الراڪعين اهو تفسير طور ۽ تفصيل طور آهي ته جواب ۾ ادب سان عرض آهي ته جيڪڏهن ائين هجي ها ته تفسير ڪري ڪوليندڙ جملو پهرئين مبهم جملي سان گڏ هجڻ گهرجي ها، پر هتي ته وچ ۾ آتوا الزڪوٰة جو جدا اهڙو حڪم آهي جنهن جي معنيٰ اوهان سيئي فقهن وارا گڏجي ڪري هيءَ ڪندا آهيو ته سال ۾ هڪ پيرو سؤ رپين تي ادائي رپيا ڏيڻ اها زڪوٰة آهي پوءِ ڇا رڪوع واري جملي سان انهيءَ جو به تفسير اهوئي ڪندو جيڪو اوهان موجوده نماز جي شڪل ۾ عمل ڪري رهيا آهيو؟ پر جيڪڏهن اسان پنهنجي سين اشڪالن ۽ معارضن وارن سوالن کي ڇڏي به ڪٽي اوهان جي ڳالهه قبول ڪيون ته الصلوٰة جو تفسير ۽ تشريح وارڪعوا جي حڪم سان موجوده نماز کي ثابت ڪري ٿو، پوءِ عرض آهي ته موجوده نماز ۾ رڳو رڪوع ته ڪونهي توهان قيام ۾ سبحانڪ الهم ڪهڙي آيت جي حڪم سان پڙهو ٿا؟ سورت فاتحه هر رڪعت ۾ ڪهڙي آيت جي حڪم سان پڙهو ٿا؟ رڪوع جي اندر ٽي ڀيرا سبحان ربي العظيم ڪهڙي آيت جي حڪم سان پڙهو ٿا؟ رڪوع کان پوءِ اٿڻ مهل سمع الله لمن حمده ڇو ٿا پڙهو. اوهان کي ته سمع الله لمن سبحه چوڻ گهرجي

ڇو ته اوهان ته هاڻي هاڻ رڪوع ۾ الحمدلله چوڻ بدران سبحان ربي العظيم پڙهيو آهي، اوهان کي ته خبر آهي تحميد ٻي شيءِ آهي تسبيح ٻي شيءِ آهي، نماز جي پڇاڙي تائين باقي سوال به پاڻ سمجهي ويجو ۽ مون نماز جي جملي ارڪانن لاءِ قرآني آيتن جو دليل ان ڪري گهريو آهي جو اصول فقه وارن لکيو آهي ته ڪنهن به فرض جي قسم واري عبادت ۽ حڪم لاءِ ثبوت نص قطعي جو هجڻ ضروري آهي، انهي نص قطعي کان گهٽ واري دليل سان فرض ثابت نه ٿي سگهندو ۽ اوهان پاڻ چئو ٿا ته نماز فرض آهي، ته پوءِ نص قطعي جيڪو صرف قرآن آهي ته نماز جي جملي ارڪانن لاءِ دليل به قرآن مان ملڻ کپي، حديث جي ذريعي فرض جي ثبوت لاءِ، اوهان جو اصول ئي اوهان جو ساٿ نٿو ڏئي.

## قرآني صلوٰة

يا ايها الذين آمنوا ارکعوا واسجدوا واعبدوا ربکم وافعلوا الخير لعلکم تفلحون. وجاهدوافي الله حق جهاده هو اجتباکم وماجعل عليکم في الدين من حرج ملة ابيکم ابراهيم هو سماکم المسلمين من قبل وفي هذاليکون الرسول شهيدا عليکم وتکونوا شهداء علي الناس فاقيموا الصلوة وآتوا الزکوة واعتصموا بالله هو مولاکم فنعم المولي ونعم النصير. هي سورت حج جون آخري ٻه آيتون هٿ لکيون آهن هنن آيتن آڻ مان انهن جو مڪمل تفسير لکڻ هت منهنجو مقصود ناهي هت پڙهندڙن جو ڌيان هن طرف آڻڻو آهي ته هي جيڪو مشهور ڪيو ويو آهي ته قرآن ۾ اقيموا الصلوة جي حڪم جي معنيٰ هي نماز آهي جيڪا مسجدن ۾ پڙهندا اچون پيا ۽ ان جو ثبوت اهو آهي ته قرآن ۾ رڪوع سجدي ۽ عبادت جي جيڪا ڳالهه ڪئي وئي آهي ۽ اهي لفظ ڪتب آندا ويا آهن انهن مان مراد موجوده نماز آهي جنهن کي قرآن ۾ اقيموا الصلوة جي لفظن سان لاڳو ڪيو ويو آهي، ته هاڻ هنن ٻن آيتن جي ڪمپوزيشن تي غور فرمائيندا، پهريائين ايت ٧٧ يعني پهرين آيت تي



نظر وجهو ان ۾ ٽيئي لفظ رڪوع ۽ سجدو ۽ عبادت، انهن ٽنهي لاءِ حڪم ڏنو ويو آهي ته اهي ادا ڪيو، سرانجام ڏيو، ان بابت آئون سوال ڪيان ٿو ته جڏهن جو هي چيو ٿو وڃي ته رڪوع جي معنيٰ نماز آهي سجدي جي معنيٰ به نماز آهي ۽ عبادت جي معنيٰ به نماز آهي ته رڪوع جي حڪم ڪرڻ کان پوءِ ڪهڙي ضرورت رهي جو ساڳي معنيٰ واري لفظ سجدي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ سجدي ڪرڻ جي حڪم کان پوءِ وري ٽيو ڀيرو به ساڳي معنيٰ واري ٽئين لفظ عبادت جو به حڪم ڏنو ويو، جنهن جو ترجمو ته ڄڻ وڃي ٿئي ٿو ته اي ايمان وارو! نماز پڙهو، نماز پڙهو، نماز پڙهو، الله جي تمام وڏي مثالي حد تائين بلاغت کان ڀرپور ڪلام ۾ ادبي لحاظ سان ايڏو وڏو جهول؟ ڇو ته سوال پوي ٿو ته وارڪعوا جي حڪم ۾ جيڪڏهن نماز جو حڪم ڏنو ويو ته باقي وري ٻي ڪهڙي نماز هئي جنهن لاءِ واسجدوا جو آرڊر ڪيو ويو نه رڳو ايترو پر واسجدوا جي حڪم واري نماز کان پوءِ به اڃا ڇا رهجي ويو، جو وري اعبدوا جي حڪم سان وري به ساڳي نماز لاءِ حڪم ڏنو ويو جيڪڏهن رڪوع سجدي ۽ عبادت جي معنيٰ طور نماز کي قبول ڪبو ته هن آيت ۾ ٽنهي شين جي ترتيب وار حڪمن کان پوءِ مٿين معنيٰ سان هيءَ اعتراض ٿيندو ته رڪوع واري حڪم ۾ جيڪڏهن مراد نماز آهي ته پوءِ اها نماز يقين سان ڪامل ۽ مڪمل هوندي، يعني ان ۾ سجدو به هوندو ۽ ان کي عبادت مان به شمار ڪيو ويندو، پر پوءِ رب پاڪ وري سجدي جي حڪم سان نماز لاءِ ڇو چيو، ته سمجهڻ ته ائين گهرجي ته اها به مڪمل رڪوع سجدي واري نماز هوندي جنهن کي عبادت به ڪوٺي سگهبو، پوءِ انهي هوندي به اعبدو جي حڪم سان وري جدا آرڊر ته نماز پڙهو!! انهن لفظن جي ترتيب وارا آڻ تي غور ڪرڻ گهرجي! حقيقت هي آهي ته هن شاندار شاهي ڪلام ۾ اهو معنوي تڪرار ڪونهي، هت رڪوع جي معنيٰ جدا آهي، سجدي جي معنيٰ جدا آهي، ۽ عبادت جي معنيٰ جدا آهي ۽ ان کان پوءِ آخري آيت نمبر ٧٨ ۾ وري فاقيموا الصلوة جو حڪم به ڏنو ويو آهي ۽ نه رڳو اهو پر ان کان اڳ ۾ جهاد جو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ اهو به

ٻڌايو ويو آهي تہ اوهان جي دين ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڪوئي حرج ڪونهي معنيٰ تہ ڪا بہ مشقت ڪانهي، سهپ ڪان وڌيڪ تڪليف ڪانهي جهڙو جو سياري جي موسم ۾ ۽ برفاني علائقن ۾ وضو ڪرڻ يا جن هنڌن تي پاڻيءَ جي اڻاٺ هجي يا گيس جي مريضن ۽ گهڻن پيشابن جي مريضن لاءِ وري وري وضو ڪرڻ، اهو حرج جي معنيٰ ۾ اچي ٿو، اهو مشقت جي معنيٰ مان شمار ٿيندو، تہ رب پاڪ فرمايو تہ وماجعل عليڪم في الدين من حرج يعنيٰ الله اوهان جي دين ۾ ڪا بہ مشقت لاڳو ڪا نہ ڪئي آهي ۽ اڳتي فرمايائين تہ توهان مؤمن، دنيا جي ماڻهن جي مسئلن، معاملن، حقن جي حاصلات ۽ بازيابيءَ لاءِ الله جي پاران نگران ۽ محافظ آهيو (اڄڪلهہ مسلمانن اها پڳ ملٽي نيشنل ڪمپنين ۽ انهن جي دادي آمريڪا جي مٿي تي رکي ڇڏي آهي) ۽ الله جو رسول اوهان جو نگران رهندو (هاڻي، قرآن وارو نظام) انهن سڀن ذميدارين کي لاڳو ڪرڻ کان پوءِ فرمايائين تہ فاقيموا الصلوة يعني مٿين سڀن ڊيوٽين جي سرانجاميءَ لاءِ قائم ڪيو صلوة کي، هتي عبارت جي باريڪيءَ کي سمجهڻ جي ضرورت آهي يعني فاقيموا الصلوة معنيٰ مٿي ڳڻايل دنيا جي قيادت ۽ حفاظت جي جملي بارن کي منهن ڏيڻ ۽ ڪڻڻ کان پوءِ، پنهنجي ذمي ۾ قبول ڪرڻ کان پوءِ نڀائڻ جو طريقو هي آهي تہ صلوة جو نظام قائم ڪريو، جنهن سان توهان انهن ڪشالن کي منزل تائين پڄائي سگهو، سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ نہ پهرين آيت ارڪعو واري حڪم جي معنيٰ نماز آهي، نہ اسجدو جي حڪم جي معنيٰ نماز آهي، نہ اعبدو جي حڪم جي معنيٰ نماز آهي، نہ هن آخري آيت جي حڪم فاقيموا الصلوة جي معنيٰ نماز آهي، ڇو تہ نماز پنهنجي سموري تفصيل سان انفرادي فعل آهي، جيڪا عبادت بدران غير قرآني شخصي ۽ انفرادي قسم جي پوڄا آهي ۽ عبادت ناهي نماز قرآن جي حڪم واذڪر ربڪ في نفسڪ جي قرآن واري حڪم خلاف علانيہ لائوڊن ذريعي سڏي ڪئي وڃي ٿي، نماز اجتماعي ڪائناتي پاسباني



وتڪونوا شهداء عليٰ الناس جي بار کڻڻ جي تصور جي خلاف آهي.

سو سمجهڻ گهرجي تہ رڪوع جي حڪم جي معنيٰ آهي تہ جيئن هنن ٻن آيتن ۾ ڪائناتي قيادت جي منشور کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ توهان کي آرڊر پهچي تہ هڪدم ارڪعوا يعني اطاعت ۽ فرمانبرداري ۾ جنبي وڃو، جهڪي پئو، سر تسليم خم ڪري ڪاهي پئو، سمجهي ڇڏيو اوهان جنهن پارٽيءَ جا والنٽيئر ۽ خدائي خدمتگار آهيو ۽ دنيا ۾ بغير پگهار جي رضاڪار آهيو، اها پارٽي ملة ابيڪم ابراهيم، توهان جي ابي ابراهيم جي پارٽي آهي، جنهن کي اني جاعلڪ للناس اماما جو تاج پارايو ويو هئو، اوهان ان جا وارث آهيو، ان ڪري ان جي مشن کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ ارڪعوا کان بہ وڌيڪ سرفروشيءَ سان واسجدوا يعني تمام زياده اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ جي لاءِ حڪمن تي عمل ڪرڻ لاءِ ڪاربند رهو ۽ جيئن تہ هي ورثو ماڻهن جي امامت جو ۽ قيادت جو آهي، ان ڪري واعبدو ربڪم يعني ماڻهن جي مفاد لاءِ ربوبيت ۽ پرورش لاءِ پنهنجي پالڻ واري جي معاشي منشور ۽ وافعلوالخير مفت ۾ ماڻهن جي ڪم اچڻ لاءِ ڊيوٽيون ڏيو (ياد رکو هنن ذميدارين کي نڀائڻ لاءِ موجوده نماز مددگار تہ ناهي پر رڪاوٽ آهي) ان ڪري بين الانساني ابراهيمي امامت جو ورثو تڏهن سرانجاميءَ کي پهچي سگهندو، جڏهن عبادت جي قرآن واري معنيٰ، پوڄا بدران خدمت خلق ڪئي ويندي، ۽ اقيموا الصلوة جي معنيٰ (عالمگير ۽ بين الاقوامي بنيادن تي شهداء علي الناس جي چوبداري سنڀالڻ لاءِ) قرآن واري نظام کي قائم ڪري ان جي پوئواري ڪئي ويندي.

## موجوده نماز جا منفي اثر

گهڻي ڀاڱي نمازي ماڻهو، هر غير نمازي ماڻهوءَ کي نفسياتي طور حقارت ۽ نفرت سان ڏسي ٿو، نمازي ماڻهو پاڻ کي الله سائينءَ جي مقرب ۽ وِيجهن خاص ڀانهن مان سمجهي ٿو. موجوده نماز مان الله بابت هڪ اهڙي جاگيردار ۽ بادشاهه جو تاثر قائم ٿئي ٿو، جيڪو چڻ ته پنهنجي پوڄا ڪرائڻ جو حرص رکي ٿو. جڏهن ته سندس شان ”غني“ آهي يعني اهو ماڻهن جي، مخلوق جي پوڄا پاٺ کان بي نياز آهي، بي پرواهه آهي، ان الله لغني عن العالمين ٦-٢٩ يعني بيشڪ الله پاڪ سڀني جهانن وارن کان بيپرواهه آهي. موجوده نماز ڏيکاري پڙهڻ وارا رياڪار بڻجن ٿا، ۽ نمائش ڪري رهيا آهن. موجوده نماز قرآن حڪيم جي سورت اعراف جي آيت نمبر ٢٠٥ جي حڪمن جي ڀڃڪڙي آهي. جنهن ۾ فرمان آهي ته واذڪر ربڪ في نفسڪ تضرعا وخيفة دون الجهرمن القول. يعني ياد ڪر تون پنهنجي پالڻهار کي دل ۾ خوف ۽ آهه زاريءَ سان، بغير واڪي واري آواز ڪڍڻ کان سواءِ. جڏهن ته موجوده نماز نه لڪل ۽ مخفي طرح دل ۾ پڙهجي ٿي، نه ٿي آوازن کان سواءِ ادا ڪن ٿا. موجوده نمازون ٻنپهرن ۽ ٽنپهرن واري نماز يعني ظهر ۽ عصر جيڪي سري نمازون ڪوٺيون وڃن ٿيون اهي هن آيت جي حڪم ولاتجهر بصلاتڪ ولاتخافت بها وابتغ بين ذالڪ سبيلا ١١٠-١٧ جي خلاف آهن يعني اي قرآن پڙهندڙ پنهنجي صلوة نه وڏي واڪي سان ادا ڪر نه ٿي آهستي، بلڪ وچٿرائيءَ سان ادا ڪر ته گهٽ ۾ گهٽ پنجن نمازن مان ٻه ظهر ۽ عصر واريون نمازون قرآن حڪيم جي هن آيت خلاف پڙهيون وڃن ٿيون جن ۾ ڪئي ويندڙ تلاوت مڪمل طور مخفي، سري يعني آهستي آهي، جيڪا ڪوبه شريڪ ٻڌي نه سگهندو آهي. ۽ لائوڊ تي جيڪي به نمازون پڙهيون وينديون اهي وري ولاتجهر جي حڪم سان ناجائز ٿي وينديون. نماز جڏهن ته الله ۽ ٻانهي جو وچ جو مسئلو آهي يعني نماز مان مقصد ٻانهي جي طرفان خاص خدا آڏو



عجز ۽ نياز جو عملي نمونو پيش ڪرڻ آهي ته پوءِ ڇا انهيءَ لاءِ بانگ وارو سڏ ڇو؟ انهيءَ لاءِ مسجدن ۾ مخصوص ۽ مقرر وقتن تي سيڙجي وڃي گڏ ٿيڻ ڇو؟ جڏهن ته قرآن حڪيم ۾ آهي ته ولاتڪن من الغافلين ٧-٢٠٥ يعني تون هردم پنهنجي پالڻهار سان ذڪر ۽ مذاڪري ۾ هڃ ايترو جو تو متان ڪوبه غفلت جو لحظو به نه اچي، پوءِ رڳو پنج نمازون ڪيئن؟ ايترو جو الذين يذڪرون الله قياما وقعودا وعلىٰ جنوبهم ويتفڪرون في خلق السماوات ولارض ربنا ماخلقت هاذا باطلا سبحانڪ فقنا عذاب النار ١٩١-٣ يعني الله جي سنسار تي غور ويچار ۽ ڪائنات جي تخليق تي تدبر ۽ تفڪر ويٺي ويٺي سنڌ هردم پيو غور ڪري ته ربنا ماخلقت هذا باطلا، يعني اي اسان کي پالڻ وارا! تو هي سنسار اجايو ۽ بيڪار يا بي مقصد نه خلقيو آهي تنهنجي هر تخليق مقصديت کان ڀرپور آهي پوءِ جڏهن قرآن پاڪ رب سان ذڪر مذاڪري کي هلندي ويهندي ۽ سمهندي به جاري رکڻ جو حڪم ڏنو آهي ته هي اڄڪلهه واريون مسجدن جون نمازون ته متين آيتن سان موافق نٿيون ثابت ٿين؟ نه ٿي پنجن وقتن وارو بانگ کان پوءِ اهو عمل ڪرڻ جو طريقو متين آيتن جي موافق ٿو لڳي! ته يقين سان ثابت ٿيو ته موجوده نماز قرآن جي روح جي خلاف ۽ هدايتن جي خلاف آهي.

موجوده نماز معاشري ۾ بنا ڪنهن تعليمي ڊگريءَ جي بانگ ڏيڻ وارن مزدورن مؤذنن جي وڏي کيپ کي جنم ڏنو آهي جيڪي جاهل هجڻ سان گڏ معاشري تي معاشي بوجهه بڻ آهن، اهڙي نموني نماز پڙهائيندڙ نوڪري وارن مزدورن جو به وڏو هڪ ڊپارٽمنٽ ٺهي ويو آهي، اهو شايد هن ڪري جو مسلمانن نماز پڙهائڻ لاءِ ڏاڙهي رکڻ کي ته ضروري قرار ڏنو آهي باقي پيش امام پنيان يا اڪيلو جيڪڏهن ڪو نماز پڙهي ٿو ته ان تي ڏاڙهي ضروري قرار نه ڏني اٿن، ان قانون لاءِ وٽن ڪوئي دليل ڪونهي ان ڪري جو اهو گهڙيل ٿي سندن آهي ۽ قرآن مان ثابت هجڻ بدران حديثن جي پيداوار آهي. نه ته هنن جي ٿي گهڙيل قانون هيٺ جيڪڏهن بغير ڏاڙهيءَ جي ڪوئي نماز پڙهائي نٿو سگهي ته ٿيڻ ته ائين گهرجي ته بغير ڏاڙهي جي خود ڪنهن جي

پنهنجي ٻه نماز نه ٿي سگهي، ڏاڙهي پيش امام لاءِ جيڪڏهن ضروري آهي ته پوءِ اها هر نمازيءَ لاءِ ضروري هجڻ گهرجي، نه ته پيش امامن لاءِ به ڏاڙهيءَ کي ضروري قرار نه ڏين، جيئن مصر ۽ ٻين ملڪن ۾ آهي ۽ جيئن پويان مقتدي ٿي پڙهڻ واري لاءِ ضروري ڪانهي. ڏاڙهي ۽ نماز هڪ ٻئي سان لازم ۽ ملزوم هجڻ سو به صرف پيش امامن لاءِ اهو به برصغير جي ملڪن جو عجيب منطق آهي.

قرآن حڪيم ۾ اناويهن جاين تي لفظ مسجد جو ذڪر آيو آهي، انهن جاين تي اهو ته حڪم آهي ته مسجدن ۾ الله جي قانونن سان گڏ يا الله جي قانون کان سواءِ ڪنهن به ٻين جي قانونن مطابق فيصلا نه ڪيو، اهو ته آيو آهي ته مسجد وٽ قتل لڙائي نه ڪيو. اهو ته آيو آهي ته جو به اولاد آدم آهي، (يعني مسلمان توڙي غير مسلمان) اهو جنهن وقت مسجدن ۾ وڃي ته باقائدي سونهن سينگار ڪري وڃي، اهو به آيو آهي ته مسجدن ۾ فرقيبازين وارين ڳالهيون يا عمل نه ڪيو، اهو به قرآن لکيو آهي ته مسجدن ۾ اعتڪاف (ايمرجنسي وارين ڊيوٽين دوران) پنهنجي گهر وارين سان مباشرت نه ڪيو، پر انهن سمورن اناويهن جاين تي ڪنهن هڪ هنڌ به قرآن ۾ اهو ڪونه لکيو ويو آهي ته مسجد ۾ نماز به پڙهو، هر شخص وڃي پنهنجي گهر پيل قران کولي پڙهي ڏسي، سو انهيءَ مان ثابت ٿيو ته مسجد عدالت آهي، پارليامينٽ هائوس آهي، سيڪريٽريٽ آهي، دارالحڪومت آهي، پبلڪ افيئرس جي آفيس آهي، پر جي نماز لاءِ آهي ته حوالو ٻڌايو؟ ۽ وڌيڪ ڄاڻ لاءِ مسجد نالي وارو مضمون پڙهي ڏسندا.

موجوده نماز جيڪا متي ڄاڻايل آيتن ۳/۱۹۱ ۽ ۷/۲۰۵ ۽ ۱۷/۱۱۰ جي خلاف ۽ رياءَ ۽ نمائش جو سمپل پڻ آهي، انهيءَ نماز سان نمازي ماڻهو پنهنجي اصلي روپ ۽ درندگي واري شخصيت کي لڪائي پاڻ کي وڏو خوف خدا رکڻ واري پرهيزگار هجڻ جو تاثر ڏئي سگهي ٿو ۽ ان جي برعڪس متي ڄاڻايل آيتن جي تشريح جي روشني هيٺ ياد خدا ادا ڪرڻ سان مصنوعيت، شوبازي ۽ نمائش واري عبادت جي نماءَ جا رستا بند ٿي وڃن ٿا، قرآن حڪيم جي هدايتن ۷x-۲۰۵ ۳-۱۹۱ هيٺ



ياد خدا ڪرڻ وارو ماڻهو انهي عمل سان ڪڏهن به بليڪ مني کي وائيٽ نه بنائي سگهندو. جڏهن ته هو پنهنجي اندروني ڪرپشن کي ظاهري نمازن جي ليپاپوتيءَ سان لڪائي آنيسٽ هجڻ جو تاثر به ڏئي سگهي ٿو بلڪ ڏئي به رهيو آهي سو هن موجوده ۽ حديثن واري مروج نماز سان اهڙا سڀ ڪرتب ڪري سگهجن ٿا. ۸۳ ۾ حج جي سفر ۾ پاڻي واري جهاز تي جهاز جي پائلٽ ڪيپٽن سان منهنجي ملاقات ٿي اهو پنهنجي شڪل ۽ عمل ۾ ديندار ۽ اسلام دوست (جماعت اسلاميءَ جو) پڻ لڳو ان اسلامي رياستن جي تحفظ جو تمام ڏگهو ليڪچر به ڏنو ان ملاقات دوران ٻڌايو ته ان انٽيليجنس جو ڪورس پاس ڪيو آهي، مون ان کان سوال پڇيو ته دشمن اسان جي ملڪ ۽ قوم ۾ اچي پنهنجي مشن هيٺ ڪم ڪري ته ان کي ڪيئن سڃاڻجي ۽ پرکجي ته ان جواب ڏنو ته دشمن گهڻو ڪري پنهنجي جاسوسن کي اسان وٽ موڪلڻ مهل مذهبي ادارن، عهدن ۽ ڊيوٽين يعني پير مولوي پيش امام جي روپن ۾ رهي ڪم ڪرڻ لاءِ هدايتون ڏيندو آهي ۽ اسان به پنهنجي جاسوسن کي پاڙ ۽ پنڊت بنجي ٽڪاڻن ۽ گردوارن ۾ ڪم ڪرڻ جي به سکيا ڏيندا آهيون. هاڻي هن اطلاع جي روشني هيٺ آئون عرض ڪيان ٿو ته خدا دوستي ۽ الله جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن به عمل لاءِ جيڪڏهن قرآن حڪيم جي متي ڄاڻايل هدايتن هيٺ ڪا مخصوص شڪل ۽ صورت ناهڻ بدران چپ چاپ دل ۾ الله سان راز نياز ۾ ٻانهو الله کي هلندي ويهندي سمهندي ياد پيو ڪري جنهن کي سنڌيءَ ۾ چوندا آهيون ته هٿ ڪار ڏي دل يار ڏي ته اهڙي صورت ۾ خدا سان ملائڻ وارن مولوين پيرن مرشدن ۽ گادين جي دلاليءَ جا سڀ ڊپارٽمينٽ ۽ يونيفارم بند ٿي ويندا ۽ انهن جي روپ ۾ ڪو به شخص ڪنهن سادي ماڻهوءَ کي ڦري نه سگهندو ۽ نه ئي مذهبي عهدن تي براجمان ٿي ڪي تخريبڪاريون ڪري سگهندو، اهو تڏهن ٿي سگهندو جڏهن مذهب جي شڪل، خانقاهن واري اسٽريڪچر کي جنم ڏيندڙ حديثن ۽ تصوف بدران قرآن کان سکي وڃي، جنهن ۾ ڪنهن به مذهبي عهدي ۽ فرقي لاءِ ڪنهن به مخصوص يونيفارم ذريعي امتيازي شناخت ڌارڻ جو ڪوئي قيد ۽ شرط نه رکيو وڃي.

# اقامت الصلوٰة لاءِ بجيت گھرجي، پر هيءَ نماز ته بغير خرچ جي آهي

قل لعبادي الذين آمنوا يقيموا الصلوٰة وينفقوا ممارزقناهم سراوعلانية من قبل ان ياتي يوم لابيع فيه ولاخلال ۳۱-۱۴ يعني اي رسولؐ منهنجي ٻانهن کي چؤ ته هو اقامت صلوٰة جي ڊيوٽي ڏين ۽ ان لاءِ کين اسان جي ڏنل رزق جي وسيلن مان خرچ ڪرڻ جو به حڪم ڏي....

ان الذين يتلون ڪتاب الله واقا موا الصلوٰة وانفقوا ممارزقناهم سراوعلانية يرجون تجارة لن تبور ۲۹-۳۵ يعني تحقيق اهي ماڻهو جيڪي الله جي قانون جي تابعداري ڪندي ان جو نظام قائم ڪن ٿا، جنهن لاءِ کين اسان جي طرفان مليل رزق کي به خرچ ڪن ٿا مخفي ۽ کليل نموني (موقعي موافق) ته اهڙا ماڻهو ڪڏهن به نقصان ۾ نه پوندا.

ومامنعهم ان تقبل منهم نفقاتهم الاانهم ڪفروا بالله وبرسوله ولاياتون الصلوٰة الاڪسالي ولاينفقون الاوهم ڪارهون ۵۴-۹ يعني انهن منافقن کان انهن جي حصي واري چندي وٺڻ تي اسان بندش لاڳو ڪئي آهي، انهيءَ جو سبب هي آهي ته اهي صلوٰة جون ڊيوٽيون تپ ۽ ٻري سان ٿا ڏين ۽ انقلاب لاءِ مٿن مقرر ڪيل حصو ۽ خرچ اهو به دل جي خوشيءَ بدران ڪراهت سان ٿا ڏين. هنن مٿين آيتن تي وري غور ڪيو هنن ۾ صلوٰة جي معنيٰ نماز هرگز موافق نٿي لڳي بلڪ نظام قائم ڪرڻ ۽ ان جون ڊيوٽيون سرانجام ڏيڻ ئي صحيح معنيٰ آهي صلوٰة جي. والذين هم علي صلواتهم يحافظون ۸-۹-۲۳ هنن آيتن تي غور فرمايو! ڀھريائين حڪم آهي ته اهي آفيسر ۽ عهديدار جيڪي پنهنجي ڊيوٽين جي صحيح سرانجامي ڪن



ٿا، ٻي آيت ۾ ڀھرين آيت جي مفهوم کي کولي ٻڌايو ويو آهي ته اهي پنهنجي صلواتن جي حفاظت ڪندڙ آهن ته صلوات جمع جو صيغو آهي جيڪڏهن ان جي معنيٰ موجوده نماز ڪئي ويندي ته پنج نمازون ته ٿا پر پنج سؤ ۽ پنج هزار نمازون به جمع جي صيغي ۾ شمار نه ڪيون وينديون ڇو ته ٽوٽل نمازون ته هڪ قسم جون آهن. پوءِ وقت ڀل ڪيترا به هجن. وقتن کي ته جمع ۽ مفرد ۾ بيان ڪري سگھجي ٿو پر نماز نوع ۽ قسم جي لحاظ سان هڪڙي ئي آهي، رڪعتن جي ڦيرگھير کي نوعي تبديليءَ ۾ ڪوبه دخل ڪونهي. باقي رياست ۽ مملڪت جي نظام هلائيندڙن جون صلواتون (ڊيوٽيون) اهي جمع جي معنيٰ ۾ ڪوڙ ساريون ٿي سگھن ٿيون جيئن، تعليم ڪاتي، ايريگيشن، عدليه ۽ قانون، هيلٿ، ڪميونيڪيشن، فوڊ، زراعت، انڊسٽري، واپار، مطلب ته ڪيترن ئي محڪمن جون ذميداريون اهي سڀ جدا جدا آهن جيڪي جمع جي صيغي ۾ ڳڻي سگھبيون، باقي نماز ڪير هزارين لکين رڪعتون پڙهي پر آهي پوءِ به اها هڪ ئي قسم جي نماز، ته مٿين آيتن ۾ صلوات جو جمع وارو صيغو هي ثابت ڪري ٿو ته صلواة جي معنيٰ نماز ناهي بلڪ نظام جون ڊيوٽيون آهن.

ڪي ماڻهو موجوده رواج واري فارس جي حديثن واري نماز لاءِ سورت فتح جي آيت ۲۹ ۾ سيماهم في وجوههم من اثرالسجود، مان معنيٰ وٺندا آهن ته نمازين جي پيشانين تي سجدن جا نشان هوندا ته اهي نشان نظام جي تابعداري واري معنيٰ بدران هن نماز سبب ئي ٿي سگھن ٿا، اسان ڀھريائين ته جواب ۾ هي عرض ڪيون ٿا ته اهي پيشانيءَ تي گھٽن سجدن سبب ڪاري رنگ جا جيڪي نشان ٿين ٿا اهي صرف روز وارين پنجن نمازن سان نٿا ٿين، انهن نشانن لاءِ تمام گھٽي ۽ ڍگھي مشق ڪرڻي پوي ٿي، پوءِ جيڪي صرف پنجن نمازن تي گذارو ڪن ٿا ۽ انهن جي پيشانيءَ تي ڇٽو ڪونهي پوءِ انهن جو ته پورهيو ئي اجايو ٿيو؟! پر حقيقت هي آهي ته ڪيترن ئي گھٽين ۽ ڍگھين

نمازن پڙهڻ وارن جي پيشانيءَ تي بہ سجدن جو نشان ڪونہ هوندو آهي، اصل ڳالهہ هي آهي تہ انهن نشانن جو تعلق انساني چمڙي ۽ رت جي قسم سان آهي، جو ڪن ڪي ٿورن سجدن سان بہ نشان ٿيو پون، ڪن ڪي گهڻن سان بہ نہ ٿين. باقي مٿين آيت ۾ جملي اثر السجود جي صحيح معنيٰ آهي الله ڪي رڪوع ۽ سجدو ڪرڻ وارا. يعني ان جي حڪمن جي فرمانبردار ماڻهن جي نشاني هيءَ آهي تہ الله جي اطاعت سبب مهانڊي مان ئي پيا سڃاپندا. سو پر لڳندا معتبر نظر ايندا. سنجيدا هوندا جو يتفكرون في خلق سماوات والارض ۽ سڃاڻڻ لاءِ چهري جي علامت ۽ نشاني لاءِ قرآن پاڪ ساڳين لفظن سان بدمعاشن، لوفرن ۽ مجرمن لاءِ بہ سورت الرحمان جي آيت نمبر ۴۱ ۾ فرمايو آهي تہ يعرف المجرمون بسيماهم فيؤخذ بالنواصي ولاقدام يعني مجرمن کي بہ انهن جي آڪڙ هلڪڙائپ، ترڙائپ ۽ اهڙين چهري جي ٻين نشانين سان سڃاتو ويندو ۽ انهن کي چنڊن مان وٺي ٽنگوٽالي ڪئي ويندي، تہ اهي سڃاڻپ جا نشان، اهي علامتون آهن جيڪي ڪل تي ۽ چمڙيءَ تي چٽي بدران، جيئن معتبرائي ۽ واهياتپڻيءَ سان ڪنهن کي سڃاتو وڃي.

## زڪوٰة جي معنيٰ

هونئن هن ڪتاب جي موضوع جو تعلق تہ صرف صلوٰة جي معنيٰ مفهوم متعين ڪرڻ آهي ۽ چٽو ڪرڻ آهي، پر صلوٰة جي قرآني اصطلاح تمام رياستي انتظامن ۽ انساني فلاح، بقا ۽ ترقيءَ سان لاڳاپيل ۽ گهڻ پاسائتي آهي، جنهن جي سيني پهلوئن ۽ رخن تي لکڻ ۽ روشني وجهڻ تمام سٺي ڳالهہ چئبي پر هت سردست ۽ شروعاتي طور تمام ضروري ۽ لازمي قسم جي ٻين منشور ۽ ايڊمنسٽريشن سان ڳنڍيل اصطلاحن مان صرف زڪوة جي ڪوڊورڊ ۽ اصطلاح جي تشريح ڪرڻ ضروري



سمجهان ٿو، ۽ اهو هن ڪري بہ جو زڪوة جو بنياد ئي صلوة تي آهي ۽ صلوة ڪان سواءِ زڪوة جي حاصلات نہ ٿيندي، ان لاءِ زڪوة جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهڻ پهريون شرط آهي ۽ اهو هن ڪري بہ تہ قدس سره وارن ۽ منڍ اسلامي دور واري انقلاب مخالف ٽولي، اسلامي انقلاب جي ڪاميابي واري راز کي ڄاڻي ورتو هئو تہ قرآن جي فلاحي رياست قائم ڪرڻ واري هدف ۽ ٽارگيٽ تائين پڄڻ ۽ انقلابي مؤمنن کي پڄائڻ ۽ پهچائڻ جو سمورو راز، قرآن حڪيم جي حڪمنامي اقيموا الصلوة وآتوا الزڪوة ۾ آهي ۽ آتوا الزڪوة ئي اسلامي فلاحي رياست جي قائم ڪرڻ جو منزل مقصود ۽ خلاصو آهي، سو زڪوة جي معنيٰ آهي ملڪ ۽ قوم جي افرادن لاءِ رياست جي عوام ۽ ماڻهن جي بهتر پرورش ۽ پالنا جو رزق ۽ سامان، تہ آتوا الزڪوة جي معنيٰ ٿي تہ ماڻهن جي نشونما لاءِ پرورش لاءِ گهربل سامان زيست و حيات جو بندوبست ڪيو ۽ ماڻهن کي اهي گهربل شيون پهچايو، ڏيو ۽ حوالي ڪيو، هن تشريح دوران پڙهندڙن کي ذهن تي هيءَ ڳالهہ بہ ڌيان ۾ رهي تہ انقلاب جي مخالفن زڪوة جي معنيٰ اهل فارس وارن حديثن ۽ انهن مان جوڙيل فقہ ذريعي سال ۾ هڪ ڀيرو ضرورتن ڪان واڌاري بچت مال ۾ چاليهين پتي مسڪينن کي ڏيڻ مشهور ڪئي آهي، يعني انهن هي مشهور ڪيو آهي تہ زڪوة معنيٰ پاڪائي ۽ مال ملڪيت جي پاڪائي هيءَ آهي تہ سال ۾ هڪ ڀيرو فالتو ۽ بچت دولت جو چاليهون حصو غريبن ۾ ورهائي ڏيڻ ڪان پوءِ باقي مال پاڪ ٿي ويندو صاف ۽ اڇو اجرو ٿي ويندو، پڙهندڙ مهربان غور فرمايو تہ زڪوة جيڪو اهل فارس وارن جي فلسفي مطابق اسلام جي پنجن ارڪانن ۽ فرضن منجهان هڪ فرض ۽ رڪن آهي ان جي انهيءَ تشريح ۽ هن واري مٿين وضاحت ڪان سڄو قرآن خالي آهي ۽ تيهن ئي پارن ۾ ڪنهن بہ هنڌ هنن حديثن ۽ فقہ واري تشريح قرآن ۾ ڪانهي ۽ قرآن بہ اهو جنهن لاءِ رب پاڪ فرمائي ٿو، چٽلنج ڪري ٿو تہ مافرطنا في الكتاب من شيءِ ٦/٣٨ يعني اسان قرآن ۾ ڪابہ

ضروري شيءِ رهائي ڪانهي، هاڻي باقي اِڪتي ڳالهہ رهي ٿي هيءَ تہ اسان لفظ زڪوة جي معنيٰ جيڪا ڪئي آهي نشونما ۽ پرورش جو سامان ۽ بهتر پالنا لاءِ گهربل شيون، اها معنيٰ ڪٿي لکيل آهي ۽ ڪنهن ڪئي آهي؟ سو پڙهندڙن کي هميشہ لاءِ ياد رکڻ گهرجي تہ قرآن حڪيم پنهنجي احڪامن سمجهائڻ لاءِ پنهنجي وڪالت ۽ ترجماني پاڻ ڪئي آهي ۽ اهو بہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ قرآن حڪيم جڏهن پنهنجي حڪم جي تشريح، وضاحت ۽ معنيٰ بيان ڪري ڇڏي تہ ان جي ٻڌايل معنيٰ خلاف ڪنهن بہ فقهي امام ۽ حديثن وارن امامن جي روايتن جي ڪابہ اهميت نہ ٿي رهي، توڙي ڪٿي اهي امام ۽ حديثون ٻسون ۽ هزارن جي تعداد ۾ ڇو نہ هجن، سورت مريم جي آيت نمر ١٨ ۽ ١٩ ۾ آهي قال انما انا رسول ربک. لاهب لک غلاما زڪيا. يعني اي مريم آئون تنهنجي پالڻ واري جو قاصد آهيان (تون ڏڄ نہ مون وٽ تنهنجي لاءِ پيغام آهي اهو هي تہ) توکي اهو هڪ سٺو پاليل، سٺي نشو نما وارو، سٺي تربيت وارو پٽ عطا ڪندو، هتي غلاما زڪيا جملي ۾ غلام جي صفت آهي زڪيا، جنهن جي معنيٰ آهي سٺو صحتمند ۽ پاليل ڇوڪرو، مقصد عرض ڪرڻ جو تہ لفظ زڪو جي قرآن پاڪ پاڻ معنيٰ سمجهائي تہ سٺي گروٿ وارو، سٺي نشونما وارو، يعني سٺو ڊولپ ٿيل. وري سورت ڪهف جي آيت نمبر ٧۴ پڙهندا فرمان آهي تہ فانطلقا حتي اذا لقيا غلاما فقتله قال اقتلت نفسا زڪية بغير نفس لقد جئت شيئا نڪرا يعني حضرت موسيٰ ان خدا جي عالم ٻانهي سان اِڪتي هليو ۽ رستي ۾ هڪ ڇوڪرو ملين جنهن کي ان الله جي ٻانهي وٺي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن تي حضرت موسيٰ چيس تہ تو ناحق هڪ سٺي صحتمند نفسازڪية يعني هتي ڪٿي بهتر پاليل نوجوان کي قتل ڪري ڇڏيو؟ تہ قرآن پاڪ هن هنڌ بہ لفظ زڪو جي معنيٰ بهتر پرورش ڪيل ڪئي آهي، وري اِڪتي هن ئي سورت ڪهف جي آيت نمبر ٨١ ۾ فرمان آهي فاردنا ان يبد لهما ربهما خيرامنه زڪوٰة واقرب رحما. يعني ان قتل ٿيل



ڇوڪري جي بيءَ ماءَ کي بدلي ۾ رب پاڪ ٻيو پٽ سٺين صلاحيتن وارو عطا ڪندو جيڪو ماڻهن سان قرب محبت سان هلندو تہ هت هن آيت ۾ بہ زڪو ' لفظ جو معني مطلب بهتر پرورش سان تعلق رکي ٿو، ڄاڻڻ گهرجي تہ لفظ زڪوة جي معنيٰ پاڪائي بہ ڪئي وڃي ٿي پر اها ان جي اصل معنيٰ مان نہ ڪڍي ويندي، يعني پاڪائي زڪوت جي نتيجي ۽ رزلٽ ۾ حاصل ٿيندي، هونئن پاڪائي ضد آهي پليتيءَ جو تہ ان معنيٰ سان پاڪائيءَ لاءِ لفظ آهي طهارت جو، تہ لفظ طهارت جي معنيٰ پاڪائي اها سلبي وصف آهي ۽ لفظ زڪوة جي معنيٰ پاڪائي اها ايجابي وصف آهي، يعني پليتيءَ جي ضد واري معنيٰ لفظ زڪوت ۾ ڪانهي، هي جو چوندا آهن تہ سؤ روپين تي چاليهين پتي ادائي رپيا ڏيڻ ان ڪان پوءِ سادا ستانوي رپيا پاڪ ٿي ويا، اها غلط معنيٰ آهي جيڪڏهن ڪٿي انهيءَ ڳالهہ تي بہ غور ڪجي تہ ادائي رپيا ڏيڻ سان پاڪائي حاصل ٿي، تہ پاڪائيءَ جو سبب تہ ڏيڻ آهي ۽ ڏنا تہ ادائي رپيا ويا آهن تہ هاڻي پاڪ بہ ايتري رقم کي ٿيڻو جيتري ڏني وئي، اها آهي ادائي رپيا. تہ پوئتي جيڪي سادا ستانوي رپيا بچيا اهي تہ اجا ڏنا ڪونہ ويا آهن ۽ پاڪائي حاصل ٿيندي ڏيڻ سان پوءِ جيتري تائين سادا ستانوي رپيا گهر ۾ رکيا رهندا تہ اهي پليت چيا ويندا ڇو تہ انهن تي جڏهن الله جي راهہ ۾ کپائڻ ۽ ڏيڻ وارو عمل لاڳو ٿيندو تہ پوءِ اهي پاڪ چئبا، رکيل رقم کي، الله جي راهہ ۾ ڏئي ڇڏيل رقم وارو اعزاز ۽ مرتبو ڇو ٿو ڏنو وڃي، ان ڪري سئو مان بقايا سادا ستانوي ايتري تائين پليت ئي سڏيا ويندا جيتري تائين پيا هوندا، پاڪائي جو مرتبو حاجتمند کي ڏيڻ کان پوءِ ملندو سو، سئو رپين مان جيڪڏهن چاليهين پتي ادائي روپيا الله جي راهہ ۾ حاجتمند کي ڏني وئي تہ پاڪ بہ اوتري ٿي باقي پوئتي رهيل ٣٩ پتيون ايتري تائين پليت سڏبيون جيتري تائين ڪنهن حاجتمند جي حوالي نہ ٿيون ڪجن، قرآن ۾ بہ اهڙي ئي نموني فرمان آهي تہ يسئلونک ماذا ينفقون قل العفو (٢١٩ سورت بقره) يعنيٰ اي پيغمبر

توکان سوال پڇن ٿا تہ پنهنجي ڪمائيءَ مان ڪيترو خرچ ڪن، تون انهن کي ٻڌاءِ تہ جيترو بہ توهان جي ضرورت کان بچت آهي اهو سڀ الله جي راهہ ۾ ڏئي ڇڏيو تہ مال جي پاڪائي ان حصي جي ڇٽبي جيڪو ڏيئي ڇڏبو. پوئتي رهايل ٣٩ پٽيون مٿين آيت جي روشنيءَ ۾ ناپاڪ سڏبيون، وري سورت بقره جي آيت ٢٣٢ ۾ قرآن پاڪ ذالکم ازکي لکم و اطهر جا الفاظ گڏ هڪ هنڌ آڻي سمجهايو تہ ازکي جي معنيٰ ۽ اطهر جي معنيٰ جدا جدا آهي، يعني ازکي جو مفهوم ساڳيو نشونما وارو ۽ اطهر معني پاڪيزه زندگي ۽ اجا بہ قران حڪيم سورت شمس ۾ تقابل واري صنعت ۽ صنف سان سمجهايو تہ قد افلح من زکاها وقدخاب من دساها، يعني جنهن پنهنجي نفس جي تربيت ڪئي ۽ نشونما ڪئي اهو بيشڪ ڪامياب ٿيو ۽ جنهن پنهنجي نفس کي مٽيءَ ۾ ملائي لٽي ۽ پوري ڇڏيو يعني نفس ڪشي ڪئي تہ اهو خائب خاسر ٿيو يعني نقصان وارو ٿيو تہ هت تقابل واريون معنائون ٻڌائن ٿيون تہ دساها معنيٰ ڪنهن شيءِ کي ڪڏ ڪٽي پوري ڇڏڻ تہ ان جو مقابل ضد ۾ جيڪو لفظ آندو ويو آهي زکاها جو تہ ان جي معني ٿيندي يعني ان شيءِ کي پرورش جي ڀرپور سهولتن سان وڌڻ ۽ ڦهلجڻ جون سهولتون ڏيڻ، مطلب تہ قرآن حڪيم لفظ زکوة جي معنيٰ بہ پاڻ صاف ڪري ٻڌائي ڇڏي جيئن ڪوئي شخص ٻيا روايتن وارن جا در نہ رلي.

## قرآن واري عبادت

عربي ٻولي ۾ غلام ۽ ٻانهي کي عبد سڏيو ويندو آهي غلام يا ٻانهو پنهنجي مالڪ يا آقا جو فرمانبردار هوندو آهي ۽ ان جي حڪمن جي اطاعت ڪندو آهي. تہ لفظ عبادت جي معنيٰ ٿي تہ اطاعت، حڪم مڃڻ، فرمانبرداري، دين جو ڪاروهنوار آهي ئي عبادت تي. لفظ دين جي معنيٰ مفهوم تمام گهڻ پاسائتو ۽ وسيع آهي. جنهن جي معنيٰ ۾ غلبو، اقتدار، حڪومت، رياست، آئين، قانون، ڊسيپلين، جزا سزا ۽ فيصلو پڻ آهي، پر اجا ان کان بہ وڌيڪ معنائون ۽ مفهوم آهن. تہ دين ۾ جنهن عبادت جو حڪم آهي، ان جي معنيٰ اطاعت، آرڊر مڃڻ ۽ فرمانبرداري ٿيندي قرآن حڪيم ۾ جنهن عبادت جو حڪم ڏنو ويو آهي ان جي معنيٰ اطاعت ۽ فرمانبرداري آهي ۽ ڪافر ۽ بت پرست مشرڪ پنهنجي باطل معبودن ۽ باطل خدائن لاءِ جيڪا عبادت ڪن ٿا، رڪوع سجدا ڪن ٿا، ان کي هو عبادت تہ سڏين ٿا پر اها عبادت ڪانهي، ان کي پرستش ۽ پوڄا چوڻ گهرجي، سڏڻ گهرجي. قرآن ۾ جيڪو بتن جي پوڄارين لاءِ عبادت جو لفظ آيو آهي اهو بقول انهن پوڄارين جي آهي، نہ ڪي هن خاطر تہ ڪو پوڄا کي عبادت چئبو آهي جڏهن ماڻهو الله جي طرفان مليل دين کي پنهنجي خواهشن ۽ ڊپ مطابق بدلائي ڇڏيندا آهن تہ اهو دين، دين نہ رهندو آهي. اهو دين بدران مذهب بڻجي ويندو آهي. دين ۽ مذهب ۾ هي فرق هوندو آهي جو دين پوري ڪائنات لاءِ هوندو آهي ۽ مذهب ڪنهن مخصوص گروهہ ۽فرقي لاءِ هوندو آهي. هر نبي کان پوءِ ان جي پوئلڳن دين جي عموميت کي ختم ڪري ان کي گروهي مفادن وارو مذهب بنائي ڇڏيو. الله سائين هر دور ۾ اهڙن گروهي ۽ فرقيبازي وارن مذهبن کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجا نبي موڪليا، پر ماڻهن وري ساڳي ڪار ڪئي، ايتري

تائين جو هاڻ مسلمانن ۾ پنهنجي دين جي عموميت ختم ڪري ان کي
محدود ۽ پنهنجو گروهي مذهب بنائي ڇڏيو آهي. اها جدا ڳالهه آهي ته
رب سائين پنهنجي آخري ڪتاب قرآن مجيد ذريعي دين جي مفهوم جي
صحيح رهنمائي ڪري ڇڏي آهي، جنهن وسيلي اهل باطل فرقي بازن
سان مهاڏو اٽڪائي سگهجي ٿو. پر ڏاڍمڙسيءَ جي به حد ٿيندي آهي،
جو انهن چڱن مڙسن وحي جا ٻه قسم ٺاهي قرآن جي مقابلي ۾ حديث
کي ٻيو قسم غير متلو سڏي ان کي قرآني حڪمن کي منسوخ بنائڻ جا
پاور ڏيئي ڇڏيائون. انهي موضوع تي مختصر گذارشون هن ڪتاب جي
مضمون جمع القرآن ۾ پڙهندا. سو عبادت معنيٰ اطاعت فرمانبرداري ۽
حڪم مڃڻ ان جي تائيد ۾ قرآن مان دليل عرض ڪجي ٿو سورت
مريم جي آيت نمبر ۴۴ ۾ آهي ته يا ابت لاتعبد الشيطان ان الشيطان
ڪان للرحمان عصيا يعني اي پيڙا شيطان جي عبادت (يعني اطاعت ۽
فرمانبرداري) نه ڪر! تحقيق شيطان، الله جو نافرمان آهي. هتي غور
فرمايو ته شيطان جي ڪوبه ماڻهو پوڄا نه ڪندو آهي پرستش نه
ڪندو آهي ان کي رڪوع سجدو نه ڪندو آهي بلڪه ان جي حڪمن
تي هلندو آهي، ان جي ڏس مطابق ان جي اطاعت ڪندو آهي. ته عبادت
لفظ جي معنيٰ تي اطاعت ۽ فرمانبرداري، نه ڪي رڪوع سجدي واري
پوڄا ۽ پرستش. اهڙي نموني سورت ياسين جي آيت نمبر ٦١-٦٢ ۾
آهي ته الم اعهد اليڪم يا بني آدم ان لاتعبدوا الشيطان انه لڪم
عدومبينO وان اعبدوني هاذا صراط مستقيمO يعني اي اولاد آدم! ڇا
مون توهان ڪان واعدو نه ورتو هو ته شيطان جي عبادت نه ڪجو اهو
اوهان جو کليل دشمن آهي ۽ منهنجي عبادت ڪجو. جو اهو سڌو رستو
آهي. ته غور فرمايو وڃي ته هن آيتن ۾ عبادت لفظن جي معنيٰ حڪم
مڃڻ ۽ اطاعت ڪرڻ ٿي ٿهي تي ڄاڻڻ گهرجي ته الله جي حڪمن ۽
رحمان جي حڪمن تي جڏهن ماڻهو عمل ڪندو ته انهن جو ردعمل ۽
Side Effect لازمي طور شيطاني ٽولي مٿان پوندو پوءِ مقابلو ٿيندو،
رحمان جي رضاڪارن ۽ شيطان جي پوئلڳن ۾ جنگ به ٿيندي ۽ اها
جنگ ڪرڻي آهي وڙهڻي آهي. نتيجن ڪان بي نياز ٿي وڙهڻي آهي. ايتري



تائين جو ملڪ ڇڏڻو پوي ته به پرواهه ناهي. اباڻو وطن ڇڏڻو پوي ته
به اها قرباني ڏيڻي پوندي. نظريا ايترو ته مقدس آهن، فڪر ايترو ته
مقدس آهي، جو انهن لاءِ جنگ به ڪبي ۽ قربانيون به ڏبيون. سورت
عنڪبوت جي آيت نمبر ٥٦ ۾ آهي ته يا عبادي الذين آمنوا ان ارضي
واسعة فاياي فاعبدون يعني اي منهنجا اهي ٻانهؤ! جن ايمان آندو آهي.
بيشڪ منهنجي زمين ڪشادي آهي پوءِ خاص منهنجي فرمانبرداري
ڪجو! هاڻ هتي غور فرمايو ته جڏهن الله جي حڪمن جي اطاعت ڪبي
جن سان ظالمن جي ڏاڍ مڙسي کي چيلينج ٿيندي هجي ۽ ڪنهن غريب
مسڪين بي پهچ ماڻهو مٿان زيادتي ڪندڙ حاڪم ۽ ظالم کي روڪبو.
ڳچي مروڙبي ته هو به مقابلو ڪندو ويڙهه ٿيندي ته ويڙهه ڪرڻي
پوندي. ظالم سان ٺاهه نه ڪبو جي طاقت جو توازن دشمن جي طرف
آهي، هو ڏاڍو آهي. ان کي وسيلا گهڻا آهن پاور ۽ اقتدار جو مالڪ آهي
ته به ان سان ٺاهه نه ڪبو ۽ ويڙهه کي جاري رکبو. ايتري تائين جو
جيڪڏهن اتي رهڻ مشڪل ٿي پوي تڏهن به مورچو مٽائي نقل مڪاني
ڪري، ڪنهن ٻئي مناسب هنڌان وڃي جنگ جاري رکجي مهاڏو
اٽڪائجي. اهوئي حڪم آهي مٿي بيان ڪيل آيتن جو ته خدا جي زمين
ڪا سوڙهي ڪانهي بلڪه ڪشادي آهي جتي به رهو فرمانبرداري خدا
جي ڪرڻي آهي. باطل سان ٺاهه نه ڪبو، ان جو حڪم نه مڃبو، اها
معنيٰ آهي فاياي فاعبدون جي يعني خاص منهنجي حڪمن تي هلو ۽ اڳين
آيت نمبر ٥٧ ۾ آهي ته ڪل نفس ذائقة الموت ثم الينا ترجعون يعني
مرڻو ته هر ڪنهن کي آهي ۽ موٽي وري سڀن کي مون الله جي طرف
اچڻو آهي ان ڪري موت ڪان ڊڃي باطل سان ٺاهه نه ڪريو. ويڙهه تان
هٿ نه ڪٽو. پڙهندڙ صاحبان غور فرمائين! قرآن حڪيم فرمائي ٿو ته
منهنجي عبادت ڪرڻ ڪري ملڪ وطن ڇڏڻو پوي ته پرواهه نه ڪجو.
لڙائي جاري رکجو. منهنجي زمين ڪشادي آهي. وري مٿين آيت ۾ فرمائي
ٿو ته منهنجي عبادت يعني فرمانبرداري سبب جي موت اچي وڃي ته ان
جي به پرواهه نه ڪجو، مرڻو هر ڪنهن کي آهي موت ڪا وڏي ڳالهه
ڪانهي، انهن قرآني احڪامن کي جيڪي عبادت ڪري جلاوطني ۽

موت تائين عبادت گذار کي پوڳڻا ۽ سرانجام ڏيڻا پون ٿا. ڇا اها موجوده نماز اهڙي ٿي سگهي ٿي جنهن سبب زماني جا ظالم ۽ جابر ماڻهو انهيءَ نماز کان ڊڄي پڙهندڙن کي جلاوطني لاءِ مجبور ڪن. يا موت جي منهن ۾ وجهي ڇڏين، توڙي ڪٽي اهي نمازون گڏجي پڙهن وڏن اجتماعن ۽ ميڙاڪن جي شڪل ۾ پڙهن. اهو هن ڪري جو موجوده نماز احڪام خداوندي جي اطاعت ۽ فرمانبرداري جي عوض پرستش ۽ پوڄا جي معنيٰ ۽ تشريح هيٺ اچي ٿي، الله تعاليٰ اهڙي پوڄا ۽ پذيرائيءَ کان بي نياز آهي ۽ عبادت، جنهن جا احڪام اسان ٻانهن کي رب سائينءَ قرآن پاڪ ذريعي ڏنا آهن، اهي روزا هجن، حج هجي، نماز هجي، جنهن جي تشريح قرآن واري نماز واري مضمون ۾ بيان ڪيل آهي، صدقات هجن، "اقيموا الصلواة وآتوالزکوة "جا احڪام هجن. يا ان کان سواءِ ٻيا به جيڪي احڪام عبادت لاءِ هجن انهن جي معنيٰ مطلب تي غور ڪيو ته انهن جو اسان انسانن جي ڀلي سان ئي تعلق هوندو. انهن سڀن عبادتن ۾ اسان مخلوق جوئي مفاد رکيل آهي. الله جل شانه اسان جي رڪوع سجدي ۽ نمازن کان بي نياز آهي، ان جي حاڪميت ۽ خدائي اسان جي عبادتن جي محتاج ڪانهي. سورت زمر جي آيت نمبر ۷ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته ان تڪفروا فان الله غني عنکم يعني جيڪڏهن اوهان الله جي نافرماني ڪندؤ ڪفر ڪندؤ ته الله توهان کان بي پرواهه آهي اوهان پنهنجي ڪفر ۽ نافرماني سان ان جو ڪجهه به بگاڙي نٿا سگهو هيءَ جدا ڳالهه آهي ته "ولايرضي لعباده الکفر" رب سائين پنهنجي ٻانهن لاءِ ڪفر کي پسند نٿو ڪري، ڇو ته انهيءَ ۾ انهن ٻانهن جوئي نقصان آهي دنيا توڙي آخرت ۾. خدا جي عبادت جي معنيٰ ۽ تشريح ته الله جي فرمانبرداري ۽ ان جي حڪمن تي هلڻ جنهن جو سڌو سنئون فائدو اسان ٻانهن کي، اسان انسانن کي ئي پهچندو، ان لاءِ رب سائين قرآن پاڪ ۾ هي رهنمائي فرمائي آهي ته منهنجي عبادت يعني حڪمن تي عمل پيرا ٿيڻ ۽ احڪامن تي عمل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته اوهان کي پنهنجي آزاد مملڪت ۽ رياست به هجي، ڇو ته جيڪڏهن اوهان جي آزاد حڪومت ۽ پنهنجي خودمختيار



رياست نه هوندي ۽ اوهان غلام هوندؤ، ٻين جي ماتحت هوندؤ، ته پوءِ الله جي احڪامن، جن ۾ اوهان جو مفاد رکيل آهي ان تي باطل حڪومت اوهان کي عمل ڪرڻ ڪانه ڏيندي. استحصالي حڪومت اوهان کي غلام بنائي اوهان جي مفادن کان اوهان کي محروم ڪندي. ان ڪري اوهان کي الله جي عبادت يعني اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪرڻ لاءِ آزاد حڪومت جو هجڻ به ضروري آهي. پڙهي ڏسو سورت نور آيت نمبر ۵۵ وعدالله الذين آمنوا منکم وعملوا الصالحات ليستخلفنهم في الارض کما استلخلف الذين من قبلهم وليمکنن لهم دينهم الذي ارتضيٰ الهم وليبد لنهم من بعد خوفهم امنا يعبد ونني لايشرکون بي شيئا ومن کفر بعد ذالک فاولائک هم الفاسقون○ يعني واعدو ڪيو آهي رب پاڪ انهن ماڻهن سان جن توهان مان ايمان آندو ۽ عمل صالح ڪيا. هن ڳالهه جو ته ضرور حڪومت ڏيندس انهن کي زمين ۾ جيئن انهن کان اڳين کي حڪومت ڏني هئي ۽ اقتدار ڏياريندا سون انهن لاءِ انهن جي دين (قانون) کي جيڪو رب سائين انهن لاءِ پسند فرمايو آهي ۽ انهن جي خوف کي امن ۽ بي خوفيءَ ۾ مٽائي ڇڏيندا سون. هن لاءِ ته هو (سڪون جي حالت ۾) منهنجي عبادت ڪن. يعني منهنجي اطاعت ڪن ۽ فرمانبرداري ڪن ۽ مون سان ڪنهن کي به شريڪ نه بنائين. يعني مون کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي حڪم تي نه هلن ۽ حاڪميت ۾ ڪنهن ٻئي کي منهنجو شريڪ نه بنائين، جنهن انهيءَ کان پوءِ به يعني اقتدار ڏيڻ کان پوءِ به ۽ آزاد حڪومت ڏيڻ کان پوءِ به ڪفر ڪيو، يعني منهنجي اطاعت نه ڪيائون فرمانبرداري نه ڪيائون ته پوءِ اهي بڇڙا ڇٻا. پڙهندڙن جي خدمت ۾ اپيل آهي ته هن آيت سڄوري ۾ غور فرمائين ته رب سائين فرمائي ٿو مومنن کي آزاد حڪومت ۽ اقتدار ڏيئي خوف جو ماحول هٽائي ختم ڪري ان جي جاءِ تي امن ۽ سڪون جي فضا قائم ڪري ڏيون ٿا. اهو سڀ هن لاءِ ته يعبد ونني، منهنجي عبادت ڪن، معنيٰ منهنجي حڪمن تي هلن، منهنجي قانون تي هلن، لايشرکون بي شيئا ۽ منهنجي قانونن ۽ حڪمن جي مقابلي ۾ ڪنهن ٻئي جا حڪم ۽ قانون نه هلائين. يعني حاڪميت ۾ مون سان ڪنهن

ٻئي کي شريڪ نہ بڻائين، تہ هتي لفظ عبادت جو معنيٰ مطلب خلاصو ثابت ٿيو الله جي حڪمن ۽ قانونن جي پيروي ۽ اطاعت انهيءَ سان پوڄا ۽ پرستش جي معنيٰ ۽ تصور جو بلڪل انڪار ۽ رد ثابت ٿئي ٿو، هاڻ هر قسم جي عبادت پوءِ اها صلواة جي عنوان سان هجي يا نماز جي عنوان سان هجي اها عبادت جي طور ان وقت تسليم ڪئي ويندي، قبول ڪئي ويندي، درست تسليم ڪئي ويندي جڏهن اها عبادت مٿين آيت واري مفهوم سان مطابقت رکندي هوندي جيڪڏهن مطابقت نہ رکندي تہ اها بہ پوڄا ۽ پرستش جي معنيٰ مان شمار ڪئي ويندي جيڪا قرآني هدايتن جي خلاف آهي. ●

اريت من اتخذ الهه هواه افانت تكون عليه وكيلا○ ام تحسب ان اكثر هم يسمعون او يعقلون ان هم الا كالانعام بل هم اضل سبيلا

الفرقان ۴۳-۴۴

چا توکي خبر آهي انهي ماڻهوءَ جي جنهن پنهنجي خواهش ۽ سڌن کي خدا ۽ معبود ڪري بڻائي ڇڏيو آهي، چا تون اهڙي ماڻهوءَ جو وڪيل ٿيندين؟ انهن جي گهڻن ماڻهن لاءِ سمجهين ٿو تہ اهي ٻڌن ۽ سمجهن ٿا پر اهي تہ ڍورن وانگر آهن بلڪ انهن کان بہ وڌيڪ گمراهہ.

## اقيموا الصلواة وآتوا الزكواة

هن مضمون جي موضوع، صلوات ۽ زڪوات جي اصلي ۽ حقيقي معنيٰ سمجهڻ لاءِ پڙهندڙن کي ڪجهہ ذهني پريشاني ضرور ٿيندي، جنهن جي ازالي لاءِ ضروري آهي تہ پهريائين رسول موڪلڻ جو مقصد قرآن جو ۽ ان ۾ بيان ڪيل لفظ عبادت جي معنيٰ مفهوم کي سمجهجي، پوءِ صلوات ۽ زڪوات جي قرآن واري معنيٰ سمجهڻ ۾ سهولت ٿيندي. گهڻي عرصي کان قرآن حڪيم جي انهن ٻن اصطلاحن جي معنيٰ صلوات معنيٰ مروج نماز ۽ زڪوات جي معنيٰ ملڪيت جي مقرر نصاب کان وڌيڪ جي چاليهين پتي ادا ڪرڻ ڪي، سو بہ سال ۾ هڪ ڀيرو ۽ اهو بہ ان صورت ۾ جو اهو نصاب کان وڌيڪ پئسو سال جو وڏو حصو ان وٽ ملڪيت ۾ قبضي رهيو هجي، تڏهن ان تي چاليهين پتي رقم بطور زڪوات ڏيڻ ڪي، زڪوات جي معنيٰ ۾ بيان ڪيو وڃي ٿو، ۽ اهي ٻئي معنائون غير قرآني آهن ۽ قرآن حڪيم جي بيان ڪيل تشريح جي خلاف آهن. چاڻڻ گهرجي تہ ڪتاب قرآن مجيد الله تعاليٰ پنهنجي آخري پيغمبر تي ان لاءِ نازل فرمايو تہ ان سان پوري ڪائنات کي هدايت واري واٽ تي هلائي، پڙهي ڏسو سورت بقره آيت نمبر ١٨٥ شهر رمضان الذي انزل فيه القرآن هديً للناس وبينات من الهديٰ ۾ سورت نساء جي آيت نمبر ١٠٥ ۾ فرمان خداوندي آهي تہ انا انزلنا اليڪ الكتاب بالحق لتحكم بين الناس بما اراك الله ولا تكن للخائنين خصيماه يعني اي پيغمبر اسان تنهنجي طرف نازل ڪيوسون ڪتاب، هن لاءِ تہ تون فيصلا ڪرين ماڻهن ۾. چاڻڻ گهرجي تہ فيصلا حڪمران ڪندا آهن. خدا جي انهيءَ خطاب مان ثابت ٿئي ٿو تہ الله جي نظر ۾ رسول جي حيثيت حڪمران جي آهي، ۽ ان لاءِ قرآن ڪيس قانون جي ڪتاب طور عطا ڪيل آهي هاڻي رسول جي ذميداريون سڀ جو سڀ

حاڪميت واريون ڏيون، جن جي خود قرآن حڪيم جابجا پڌرائي ڪئي آهي. سورت اعراف جي آيت نمبر ١٥٧ ۾ رب پاڪ پنهنجي پيغمبر جو تعارف هنن لفظن سان ڪرايو آهي ته يامرهم بالمعروف وينهاهم عن المنكر ويحل لهم الطيبات ويحرم عليهم الخبائث ويضع عنهم اصرهم والاغلال التي كانت عليهم يعني منهنجو رسول ماڻهن لاءِ نيڪي جي ڪمن جو آرڊر ڏئي ٿو ۽ برائين کان ڪين روڪي ٿو. پاڪ صاف شيون انهن کي حلال ڪري ڏئي ٿو ۽ خبيث شين کي مٿن حرام بنائي ٿو ۽ جن غلامي جي بارن هيٺ هو دٻيل آهن يا غلامي جي زنجيرن ۽ طوقن ۾ جڪڙيل آهن، منهنجو رسول انهن تان اهي بوجهه هٽائي ٿو. زنجيرون ۽ طوق ڪولي ٽوڙي، انهن کي آزادي وٺي ڏيئي ٿو. غور ڪرڻ گهرجي ته امربالمعروف حڪومت جو هڪ مستقل ڊپارٽمينٽ آهي، نهي عن المنكر ٻه مستقل ڊپارٽمنٽ آهي، پاڪ صاف شين جي تيار ڪرڻ عوام ۾ ان جي سپلائي ڪرڻ ۽ پبلڪ کي حلال روزي ڪائڻ جي رهنمائي ڪرڻ، اهو سرڪار جو تمام اهم ڪاتو آهي. اهڙي نموني رعيت کي خبيث يعني پليت شين کان بچائڻ، محفوظ ڪرڻ ۽ خبيث ڳالهين ڪمن ۽ فڪرن کان ماڻهن کي پاسي رکڻ ۽ مٿن اهڙين شين کي حرام بنائي ڪين صاف سٿرو رکڻ، اهو ڪم ترقي يافته حڪومت جو مستقل فرض آهي. ذمو آهي ان لاءِ حڪومت کي مستقل وزارت قائم ڪرڻ ۽ هڪ محڪمو ۽ ڊپارٽمينٽ قائم ڪري، پنهنجي رعيت کي خرافات ۽ خبائث کان بچائڻ گهرجي ۽ ماڻهن کي فڪري ذهني نظرياتي ۽ عملي غلامي کان آزاد ڪرڻ ٻه الله جي رسول جي ذميدارين ۾ شامل آهي. پڙهندڙ صاحبان غور فرمائين ته انهيءَ ڪم لاءِ صرف وزارت تعليم ڪافي ناهي پر قانون جي وزارت ۽ وزارت داخله گهٽ ۾ گهٽ اهي ٽيئي بلڪ اڃا وزارت خزانه ٻه ان ڪم تي لڳائجي تڏهن وڃي ويضع عنهم اصرهم والاغلال التي كانت عليهم تي عمل ٿي سگهندو، قرآن حڪيم جون اهي ڳالهيون ماڻهن کي سمجهڻ ۾ هن ڪري ٻه ڏکيائي ٿئي ٿي جو ڪوڙ ساريون صديون اڳي اسلامي حڪومتن مان شورائي نظام ۽ جمهوري نظام ختم ڪري، ان جي جاءِ تي شخصي خانداني ۽ قبائلي حڪومتون قائم ڪيون ويون ۽



انهن کي محفوظ ۽ مضبوط بنائڻ لاءِ بادشاهن کي ڪرايي جي عالمن ۽ دانشورن ڪان، هي مشهور ڪرائڻو پيو ته سياست سان دين جو ڪوبه واسطو ڪونهي ۽ قرآن صرف انفرادي ۽ شخصي اصلاح وارو ڪتاب آهي، پوءِ جڏهن قرآن کي حڪومت جي ايوانن ۾ قانون جي طور رهنما مڃڻ کان انڪار ڪيو ويو ۽ رعيت جي رهنمائي ۽ حاڪميت ڇڙواڳ ملوڪيت جي ور چڙهي ويئي، ته ملوڪيت جي پاليل عالمن کي ڊيوٽيون لڳايون ويون ته قرآن پاڪ مان حڪمراني جي سياسي احڪامن ۽ اصطلاحن جون تعبيرون بدلايون وڃن، معنائون بدلايون وڃن، تفسير مٽايا وڃن، اهو سڀ ان ڪري جو قرآن جاگيرداري سرمائيداري ۽ خانقاهيت جي سخت خلاف آهي. ٽيهه پارا انهن سان جنگ ڪرڻ سان پريا پيا آهن. پوءِ حضور ﷺ جي ڪامياب انقلاب کان پوءِ انهن ٽنهي ادارن شروع ۾ ڳجهه ڳوهه ۾، پوءِ ڪلم ڪلا قرآن جي آنڌل انقلاب خلاف ڪم ڪرڻ شروع ڪيو، تاريخ جا ڄاڻو ڄاڻن ٿا ته رسول انقلاب جي ٻئي جانشين ٽئين ۽ چوٿين جانشين کي ٻه انقلاب دشمنن قتل ڪيو، ۽ پوءِ جلد قرآن سان مقابلو شروع ڪري، قرآن جي اندر شڪ شبها وجهڻ جون حديثون ناهيون، ته هي ڪتاب سلامت ڪونهي، نامڪمل آهي، ڪجي جي پن تي لکيل آيتون جيڪي بي بي عائشه سيده وٽ رکيل هيون. اهي سندس پاليل ٻڪري ڪائي ويئي ۽ حضرت عمر سائين جي نالي ڪوڙي حديث ناهي اٿن ته ان فرمايو ته اسان نبي سائين جي زماني ۾ رجم جي آيت پڙهندا هئاسين ۽ رجم نبي سائين ڪيو اسان ٻه ڪيون ٿا هاڻي ڇا ٿي ويو آهي جو قرآن مان اها رجم جي آيت گم ڪئي وئي آهي. جي ڀلا آيت غائب آهي ته رجم ڪندا رهجو. "انالله وانا اليه راجعون" ڄاڻڻ گهرجي ته قرآن حڪيم خلق خدا جي ڀلي لاءِ عدل انصاف واري جيڪا حڪومت قائم ڪرڻ گهري ٿو، ان لاءِ تمام مختصر لفظن ۾ هڪ وڏي تشريح ۽ سمجهاڻي قرآن حڪيم پڻ لفظن ذريعي ڏني آهي. جنهن کي اوهان حڪومتن جي منشور ۽ دستور جو عنوان ڇئي سگهو ٿا اهو هن طرح ته زڪوات جي تشريح تعبير ۾ منشور بيان ڪيل آهي ۽ صلوات جي لفظ ۾ حڪومت جو دستور سمجهايو ويو

آهي. انهن ۾ اصطلاحن جي تعبير ۽ تشريح سمجهڻ کان اڳ غور ڪرڻ گهرجي ته هڪ فلاحي ۽ ڪامياب حڪومت جون ذميداريون ڇا آهن ڪهڙيون آهن. اهو صاف ظاهر آهي ته رعيت جي بقاء ۽ ترقي لاءِ امن سلامتي، ۽ ڪاڌي لاءِ خوراڪ، پهرڻ لاءِ لباس، رهڻ لاءِ گهر، انساني قدرن مطابق زندگي گذارڻ لاءِ تعليم، بيماريءَ کان علاج، اهي شيون ماڻهن جي بنيادي ضرورتن ۽ حقن مان آهن ۽ انهن جي انتظام جي ذميداري حڪومت تي آهي. حڪومت کي انهن مقصدن تي ڪاربند ۽ ڪامياب بنائڻ لاءِ قرآن حڪيم جي اصطلاح ڇٺو يا ڪوڊ ورڊ ڇٺو جيڪو بيوروڪريسي انتظامي مشنري حڪمران پارٽي ۽ انقلابي ورڪرن کي، هر وقت موقعي بموقعي ڇيو وڃي ٿو ۽ ذهن تي آندو وڃي ٿو، ته اقيموا الصلواة وآتو الزڪواة صلوات حڪومت هلائڻ جو ذريعو آهي، ته زڪوات حڪومت جو مقصد آهي. هاڻ انهن ٻنهي اصطلاحي لفظن جي معنيٰ تشريح بيان ڪجي ٿي، الصلا لفظ جي هڪڙي معنيٰ اچي ٿي ٻئيءَ جو وچ وارو حصو جنهن کي اسان ڪنڌو چوندا آهيون. جنهن سان حيوان يا جانور يا ماڻهوءَ جي باڊيءَ جو هڏائون پيرو ڳنڍيل ۽ جڙيل هوندو آهي. جيڪو ڪلهن وچان شروع ٿئي ٿو ۽ اخير ۾ جانورن جو پڇ انهيءَ کان شروع ٿئي ٿو ته انهيءَ ڪنڌي جي مضبوطي ۽ سلامتي تي باڊي ۽ ڍانچي جو وڏو دارومدار آهي. ٻي معنيٰ لفظ الصلا يا صلو جي هي آهي ته ڪنهن ڀهرين نمبر تي يا اڳ ۾ هلندڙ جي پٺيان اهڙي نموني هلڻ جو ان کان ٿورو پوئتي پر گڏوگڏ هلندو اچي; عرب گهوڙن ڊوڙائڻ مهل ڀهرين نمبر تي ڊوڙڻ واري گهوڙي جي پويان ٻئي نمبر تي ڊوڙندڙ گهوڙي کي سو به اهڙي نموني جو ٻئي نمبر گهوڙي جا ڪلها ڀهرين نمبر واري جي پوئين حصي يعني سرينن سان ملندا هلن ته ان کي فرس المصلي چوندا آهن. قرآن شريف ۾ استعمال ڪيل اصطلاح الصلواة انهي معنيٰ سان آهي ته انسان قرآن جي تابعداري ۾ ائين هلي جو اڳيان اڳيان قرآن هجي ۽ ان سان گڏ به ۽ پويان به انسان هلي، انهيءَ ۾ اهو به ضروري آهي ته پويان هلندڙ اڳتي نه وڃي. ڪتابن ۾ حضرت علي سائين جو قول نقل ڪيل آهي ته سبق رسول الله و صلي ابوبڪر، وثلث عمر



وخبطتنا فتنة يعني رسول الله اڳ ۾ ويا پويان پويان ابوبڪر ۽ ان جي پويان عمر به هليو ويو ۽ اسان کي فتنن بدحواس ۽ واڙو ڪري ڇڏيو، انهيءَ عبارت ۾ حضور سائين جي پويان ٻئي نمبر تي حضرت ابوبڪر جي وفات ڪري وڃڻ کي حضرت علي سائين صلي جي لفظ سان بيان ڪيو آهي. جنهن سان قرآني اصطلاح الصلواة جي معنيٰ تابعداري ثابت ٿئي ٿي ۽ پويان هلڻ واري معنيٰ ثابت ٿئي ٿي، جيڪا معنيٰ اقيموا الصلوات مان هت عرض ڪجي ٿي ته تابعداري ۽ پيروي ڪيو قرآن جي، يعني قرآن واري نظام جي، امام راغب سورت مدثر جي آيت نمبر ۴۳ لم نڪ من المصلين جي هي معنيٰ ڪئي آهي ته اسان نبين جي پٺيان هلڻ وارن مان نه هئاسون، تفسير قرطبي واري به هڪ هنڌ صلواة جي معنيٰ احڪام الاهي سان وابستگي، حدود الله جي اندر رهڻ ۽ الله جي ڪتاب سان ڳنڍيو رهڻ، لکي آهي سورت نور جي آيت نمبر ۴۱ ۾ آهي ته الم تران الله يسبح له من في السماوات والارض والطير صافات ڪل قد علم صلاته و تسبيحه يعني ڇا تو هن ڳالهه تي غور نه ڪيو آهي ته الله اهو آهي، جو ان جي تسبيح ڪن ٿيون. زمين ۽ آسمانن ۾ جيڪي به آهن ۽ اڏامندڙ پکي به، سڀني پنهنجي پنهنجي صلواة ۽ تسبيح کي ڄاڻي ڇڏيو آهي، سمجهي ورتو آهي، يعني قدرت جي خلقيل هر شئي پنهنجي زندگي جي ذميدارين ۽ فرضن کي،سمجهي سڃاڻي ورتو آهي. تسبيح جي معنيٰ مٿڪن واري مالها ڪانهي، اها ته عربن جي تاريخ ۾ ڪانه هئي. اها عيسائين مجوسين ۽ هندن جي تاريخ ۾ ته ملي ٿي باقي عربن ۾ گهڻو پوءِ ۽ دير سان آئي آهي. خاص ڪري حديث جي علم ٺاهڻ وارن عددن ڳاڻاٽي کي اهميت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تسبيح جي معنيٰ ترڻ ۽ پنهنجي ذميوارن ڪمن کي جدوجهد سان سرانجام ڏيڻ آهي، سورت مزمل جي آيت نمبر ۷ ۾ آهي ته ان لڪ في النهار سبحا طويلا يعني اي نبي توکي ڏينهن ۾ ته تمام وڏو ڏکو پروگرام ٿئي ٿو، ڪمن ڪرڻ جو، جن لاءِ توکي وڏي جدوجهد ڪرڻي پوندي آهي ۽ مشقت ڪرڻي پوي ٿي، البت عام حيوانن ۽ انسانن ۾ هڪ فرق آهي ته حيوانن کي پنهنجا منصبي فرض جن لاءِ قرآن چيو آهي ته ڪل قد علم صلاته و

تسبيحه طبعي ۽ جبلت ذريعي معلوم ٿي ويا آهن. جن کي هو سرانجام ڏين ٿا باقي انسان کي سندس فرائض منصبي جو علم حيوانن وانگر جبلت ذريعي ڏيڻ بدران، وحي جي ذريعي ڏنو ويو آهي. انساني فرائض جا به ٻه قسم آهن هڪ ته طبعي آهن، اهي ته هو پنهنجي علم عقل تجربي سان ڄاڻي ٿو ۽ حيوان وانگر سمجهي ٿو، ٻيو قسم آهي انساني قدرن اجتماعن جي معاملن ۾ ترقي عدل انصاف خلافت ۽ حڪومت جي معاملن جو ڪم ڪار، انهي لاءِ اهڙن فرضن کي سرانجام ڏيڻ لاءِ انسان وحي جي رهنمائي جو تابع بنايو ويو آهي. جنهن کي قرآن پاڪ اقامت الصلواة سان تعبير ڪيو آهي ته قرآن پاڪ ۾ مومن جي صفت ويقيمون الصلواة جي معني ٿيندي ته احڪام الاهي ۽ قوانين خداوندي تي عمل ڪرڻ وارا. ياد رکڻ گهرجي ته اهي ڳالهيون فرد واحد جون شخصي ۽ انفرادي ناهن، جو انهن ذريعي ڪوئي ائين سمجهي ته قرآن جي اهڙي ڏس پند سان منهنجيون ان جون گنديون پرجي وينديون. آئون اڪيلو تونگر ۽ خوشحال ٿي ويندس، بلڪه قرآن جون انسانن جي فرائض منصبي جون رهنمايون، اجتماعن جي سڌاري لاءِ، نظام حڪومت سان تعلق رکن ٿيون. انهيءَ ڪري قرآن حڪيم انهن هدايتن ۾ جمع جا صيغا استعمال فرمايا آهن ته الذين ان مكناهم في الارض اقاموا الصلوة وآتوا الزكوة وامروا بالمعروف ونهوعن المنكر سورت حج آيت ۴۱ يعني اهي ماڻهو جن کي جڏهن زمين تي اقتدار ۽ حڪمراني حاصل ٿيندي ته اهي اقامت صلوات ۽ ايتاءِ زڪوات جو نظام قائم ڪندا ۽ امربالمعروف ۽ برائين بدڪارين تي بندشن وجهڻ ۽ انهن کان روڪڻ جو نظام قائم ڪندا ته وحي جي اها رهنمائي حڪومت سان تعلق رکي ٿي، هي ڪو پيراڻي گاديءَ جو انفرادي ۽ شخصي وظيفو ڪونهي. سورت شوريٰ جي آيت نمبر ۳۸ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته والذين استجا بوا لربهم واقاموا الصلواة وامرهم شوريٰ بينهم ومما رزقناهم ينفقون يعني منهنجا اهي ٻانها جيڪي منهنجي احڪامن کي قبول ڪرڻ وارا ۽ نظام صلوة قائم ڪرڻ وارا ۽ جن جو نظام حڪومت، شورائي ۽ جمهوري آهي ۽ اسان جي عطا ڪيل رزق کي خرچ ڪرڻ وارا آهن. غور ڪيو وڃي ته قرآن حڪيم



جي صلوات جي حوالي سان هي هدايت خالص ۽ پڌري نموني حڪومت ۽ حڪومتي نظام سان تعلق رکي ٿي ۽ جيڪا پنهنجي معني ۾ چٽي ۽ پڌري آهي. سورت قيامت جي آيت نمبر ۳۱ ۽ ۳۲ ۾ آهي فلاصدق ولاصلي○ ولاكن كذب وتولي يعني نه تصديق ڪيائين نه ئي خدائي قانونن جي تابعداري ڪيائين پر (ان جي ابتڙ) تڪذيب ڪيائين خدا جي قانونن جي، ۽ روگرداني ڪيائين، ابتي منهن هليو، ڦيرو ڏيو خدا جي حڪمن کان، ته هنن آيتن ۾ صلي لفظ جي مقابلي ۾ تولي جو لفظ قرآن آندو آهي. انهيءَ مان چڱي نموني معلوم ٿئي ٿو ته لفظ صلوت جي معني آهي خدائي حڪمن جي تابعداري ڪرڻ اها معني مقابل لفظ تولي جي ڪري به پڪي طرح ثابت ٿي وئي جو ته تولي جي معني آهي، منهن موڙڻ، نافرماني ڪرڻ، ته صلي جي معني فرمانبرداري ۽ تابعداري متحقق ٿي وئي، مفردات القرآن ۾ سورت علق ۾ آهي ته ارايت الذي ينهي عبداً اذا صلي يعني جڏهن خدا جو ٻانهو احڪام الاهي يعني قرآني حڪومت ۽ قرآن واري ڏس تي عدل انصاف ۽ مساوات واري نظام ربوبيت تي هلي ٿو ته مخالف انقلاب جنهن کي قرآن ڪٿي ملا (وڏيرن) ڪٿي مترفين (عياش ۽ سرمائيدار) جي نالن سان سڏيو آهي، اهو روڪي ٿو انهي انقلابي کي، مؤمن کي، قرآن تي عمل ڪرڻ کان، قرآن جي تابعداري ڪرڻ کان، پيروي ڪرڻ کان، هاڻ هن موقعي تي غور فرمايو وڃي، صلوت جي معني جيڪڏهن نماز ورتي وڃي ته ڀوءِ ڪنهن جي نماز پڙهڻ مان ڪنهن جاگيردار کي ڪهڙو نقصان پهچندو، جو هو نمازي کي نماز کان روڪيندو، ڪنهن سرمائيدار کي ڪهڙو نقصان پهچندو، ڪنهن جي نماز پڙهڻ کان ڪير ڪٿي سئو هزار نمازون پڙهي ڪنهن ظالم ڪنهن رشوت خور کي ڪنهن جي نماز پڙهڻ مان ڪهڙي تڪليف ٿيندي، هائو البت ڪو مؤمن جيڪڏهن نعرو هڻندو ته ان الارض ير ثها عبادي الصالحون يعني بيشڪ زمين جا وارث منهنجا اهي ٻانها ٿيندا جيڪي زمين جي اصلاح ڪندا، ته انهيءَ ڳالهه تي يقيناً جاگيردار ڪاوڙبو ۽ "ينهي عبدا اذا صلي" يعني ان قرآن تي هلڻ واري کي مخالف انقلاب، روڪيندو، منع ڪندو، ۽ جيڪو قرآني انقلاب جو ورڪر نعرو

هٹندو تہ ليس للانسان الاماسعيٰ يعني انسان جو ايترو حق آهي، ڪنهن جي آمدني اوتري ان جو حق بنجي ٿي، جيترو هو پورهيو ڪندو، تہ يقيناً سرمائيدار اهڙي نعري هٹڻ واري تي ڪاوڙبو، ان ڪي اهڙي نعري ڪان روڪيندو، نظريي ڪان روڪيندو ۽ جيڪو قرآني انقلاب جو ورڪر نعرو هٹندو تہ وان وا الامانات اليٰ اهلها تہ ظالم ۽ غاصب حڪمران ضرور ڪاوڙبو ۽ اهڙي نعري هٹڻ واري ۽ انهي نظريي ڦهلائڻ واري ڪي ضرور روڪيندو ۽ ينهيٰ عبدا اذاصليٰ وانگي قرآن جي تابعداري ۾ حڪومت ٺاهڻ وارن اڳيان بند ٻڌندو، باقي هيءَ نماز جيڪا اسان پڙهون پيا اها نہ سرمائيدار ڪي ذخيره اندوزي ڪان روڪي ٿي نہ ڪا موري ڪي رشوت ڪان روڪي ٿي، نہ جاگيردار ڪان پاڻ ڪاهڻ ڪان وڏيڪ زمين ڪسي ٿي، ياد رکڻ گهرجي رب سائين صلوات جي نشاني ۽ وصف جيڪا سورت عنڪبوت جي آيت نمبر ۴۵ ۾ بيان فرمائي آهي اها آهي تہ ان الصلواة تنهيٰ عن الفحشاء والمنڪر يعني بيشڪ صلوات روڪي ٿي فحاشين ۽ بدڪارين ڪان چاٹڻ گهرجي تہ معاشري جا ڏوهہ ۽ گناهہ معاشي ناهمواري سبب وجود ۾ ايندا آهن، انهن جو منڍ جاگيرداري سرمائيداري ۽ غير جمهوري شخصي حڪومتون هونديون آهن، پوءِ جڏهن ڪو انقلابي، قرآني قانون جي روح مطابق معاشي برابري لاءِ اعلان ڪندو تہ هاٹي حڪومت ويسئلونڪ ماذا ينفقون قل العفو (بقره آيت ۲۱۹) جي قانون تي هلڻ گهرجي، يعني دولت جو ذخيرو ڪرڻ بند ۽ هر شخص پنهنجي ڪمائي مان پنهنجي ۽ عيال جي ڪفايت جيترو ڪڍي باقي سڀ بيت المال ذريعي ينفقون في سبيل الله جي ڪاتي ۾ جمع ڪرائي ڇڏي، تہ قرآن جي انهيءَ نظريي ڪي ڦهلائڻ سمجهائڻ نافذ ڪرائڻ اها صلوة آهي ۽ اها صلواة اڳتي هلي معاشري ۾ تنهيٰ عن الفحشاء والمنڪر جو رنگ ڏيکاريندي ۽ رزلٽ ظاهر ڪندي، باقي موجوده مروج نماز تنهيٰ عن الفحشاء والمنڪر تہ هڪ سيڪڙو بہ ڪا نہ ٿي ڪري، ڪنهن ڪي جيڪڏهن شوق هجي تہ اهو مون ڪان روبرو انهن ماڻهن جي ناليوار لسٽ پڇي سگهي ٿو، جيڪي پنج وقت نماز جا پابند آهن ۽ پهرين نمبر جا راشي آهن. انهن جو ڪائڻ پيئڻ چوڙڻ



حرام ۽ ظلم جي ڪمائي تي آهي انهيءَ لسٽ ۾ ڪامورا، جاگيردار، حڪمران، پير، سڀ جيڪي نہ رڳو نمازن جا پابند آهن پر تسبيحون هٿ ۾ ۽ هر سال عمرو ادا ڪندڙ، ڪوڙ ڦيرا حج ڪندڙ، مطلب هنن جي هٿ گهڙيي مذهب جي فل يونيفارم ۾ هوندا آهن ۽ فحاشي جا بہ مڪمل نموني پابند هوندا آهن تہ يقين ڪرڻ گهرجي تہ لفظ صلواة جي معنيٰ قرآني قانون تي عمل ڪرڻ آهي، ۽ عمل ڪرائڻ آهي، انهي معنيٰ سان ئي صلوة جي معنيٰ تنهيٰ عن الفحشاء جي رزلٽ ڏيکاري سگهي ٿي، مون شروع ۾ گذارش ڪئي آهي وري ان ڪي دهرايان ٿو تہ قرآن حڪيم جي اصطلاحن ڪي سمجهڻ لاءِ، تعبير ۽ تفسير سمجهڻ لاءِ، هي ضروري آهي تہ ماڻهو قرآن ڪي پوري انسان ذات لاءِ، ڪائنات لاءِ، حڪومتن لاءِ، ميڙن جو، اجتماعن جو، رهنما قانون تصور ڪري، تسليم ڪري، قبول ڪري ۽ هي بہ يقين ڪري تہ هنن قانونن ڪي انفرادي ۽ شخصي خوشحالي ۽ آسودگي جو، ذاتي قسم جو ڏس پنڌ وارو ڪتاب بہ نہ سمجهي ۽ قرآن ۾ ڏسيل هدف ۽ اجتماعي خوشحالي بااخلاق ۽ باڪردار معاشرو تڏهن قائم ڪري سگهبو، جڏهن قرآن ڪي حڪومت جي منشور ۽ دستور طور نافذ ڪبو ۽ ان مطابق عمل ڪبو، لفظ صلوة جي اها معنيٰ زماني قديم ڪان مقرر ۽ متعين هئي ان ۾ ڪوبہ مونجهارو ڪونہ هو ۽ حضور ﷺ جي زماني ۾ بہ مخاطبين انهيءَ معنيٰ سان صلوة ڪي سمجهندا هئا پر لڳي ٿو تہ اهل فارس شڪست ڪان پوءِ اسلامي انقلاب ڪان انتقام وٺڻ جي خيال ڪان، جيڪو قرآن ڪي شڪست ڏيڻ جو منصوبو ٺاهيو ۽ علم حديث جي فن معرفت جيڪا حرفت ۽ ڪاريگري ڏيکاري انهن صلوة جي معنيٰ، قرآن جي اصل مقصود خلاف، پنهنجي من گهڙت انفرادي نماز واري قرار ڏني، جيڪا اسلام ڪان اڳي ڪان وٺي فارس وارا پڙهندا رهندا هئا، هوئڻ بہ غور ڪيو وڃي تہ پنجن جي انگ ۽ فڪر ڪي اهميت ۽ تقدس اهل فارس وارن وٽ اڳي ڪان حاصل آهي مون ڪي چڱي طرح ياد نہ ٿو اچي مون وٽان حوالي وارو ڪتاب مهربان چورائي ويا آهن شايد اهي انهن جا مقدس پنج هي هجن اهواز، هرمز، اهرمن، مزدڪ نوشيروان بهرحال ممڪن آهي تہ هڪ اڌ

نالي ۾ منهنجي ياد صحيح نہ هجي سڀ ڪو وچي لائبرريون اٿلائي درستي ڪري، پر پنجن جي عدد جو تقدس غير قرآني آهي، انهيءَ فڪر جو شجرو حضور ﷺ سان ملائڻ، اهو حديثن ٺاهڻ وارن جو ڪرشمو آهي جيڪو في الواقع غير قرآني آهي پنج نمازون ۽ اسلام جا پنج بنياد ۽ پنج تن انهن پنجن جي تقدس جو اصل ايران سان تعلق رکي ٿو اسان وٽ تہ چئن پٿين کي بنياد بنائي ڇت وڌي ويندي آهي. علماء ديوبند جي حضرت نانوتوي کان وٺي اچ تائين پر ائين بہ چئو، آئون تہ سمجهان ٿو تہ حافظ ابن حجر کان وٺي علم حديث جي فن اسماء رجال ۾ بہ نالا تمام قدآور آهن هڪ حڪيم نياز احمد فاضل ديوبند جيڪو شايد جهلم جي طرف جو آهي پڊڻ ۾ آيو هو تہ ان کي مخالفين قتل ڪري ڇڏيو هو، ٻيو علام تمنا عمادي، ٻهرين شخص جو ڪتاب ڪشف الغم عن عمر ام الامة ۽ روايت افڪ شاهڪار قسم جا ڪتاب آهن ۽ ٻي شخصيت علام تمنا عمادي جي آهي جنهن جون ڪوڙ ساريون تصنيفون آهن جن مان اعجاز القرآن اور اختلاف قرائت، امام زهري و امام طبري، انتظار مهدي و مسيح، جمع القرآن، چپيل مارڪيٽ ۾ موجود آهن. انهن جي ڪتابن جي مجموعي مطالعي مان لڳي ٿو تہ انقلاب دشمن شروع اسلام کان مجوسيت يهوديت ۽ نصرانيت واري پنهنجي مذهب کان تقيي جي نموني ظاهري طور الڳ ٿي اسلام قبول ڪرڻ جو اعلان ڪري ۽ پنهنجي ذهانت ۽ هوشياري جي آڌار تي اچي قرآني فڪر ۽ فلسفي خلاف ڳالهيون ٺاهيون، جن کي حديثن جو نالو ڏيئي انهن جي نسبت نبي ﷺ ڏي ڪري ۽ وڏين اسلامي شخصيتن اصحاب ڪرام ۽ تابعين بزرگن جا نالا انهن سان بطور راوي جي ڳنڍي علم حديث ۾ ملاوٽ جو هڪ وڏو ذخيرو گڏ ڪيائون جيڪو اڄ تي هلي هوريان هوريان موقعي مناسب ميدان تي آندائون جنهن سان اصل قرآن کي ڪناري لڳائيندي لڳائيندي، ماڻهن کان قرآن جا انقلابي رهنمائي وارا فڪر وسارائي ڇڏيائون ۽ انهيءَ گروهہ جي شخصن جو پاڻ ۾ وڏو گٺ جوڙ هو اهي سڀ صلاحون ڪري رٿابندي سان قرآن واري فلسفي کي بليڪ آئوٽ ڪرڻ جي مهم ۾ لڳل هئا. اسان جي دوست



عزير احمد صديقي ڪتاب تحفہ بابل ونينوا ۽ ارمغان عجم، جي مصنف لکيو آهي تہ انهن مجوسيت نصرانيت ۽ يهوديت جي ادارن کان آيل اسلام ۾ داخل ٿي جيڪي پاڻ کي هڪ ٻئي کي امام جي لقب سان سڏيندا ۽ سڏائيندا هئا انهن پاڻ مان مري ويندڙ، وفات ڪري ويندڙ، ماڻهو لاءِ هڪ ڪوڊ ورڊ ٺاهيو هو، جنهن سان هو هڪ ٻئي کي اطلاع ڪندا هئا تہ اهو پنهنجي لڏي جو ماڻهو هو، يا آهي، اهو ڪوڊ ورڊ يا اصطلاح هئي قدس سره، جي جنهن جي معنيٰ مطلب آهي تہ ان جي اصلي روپ رنگت راز رهجي ويئي، بچي ويئي، ڪنهن کي بہ ڪل نہ پئجي سگهي، تہ هي پنهنجي اصل مذهب جي ناڪاميءَ جو بدلو وٺڻ لاءِ اسلام ۾ داخل ٿيو ۽ اسلامي علم ۽ فلسفي کي ڪوڙيون روايتون گهڙي مليا ميٽ ڪرڻ واري ٽيم جو ماڻهو هو، انهن سڀن ڪارگذارين کي سمجهڻ ۽ پڙهڻ لاءِ شوق رکندڙ ماڻهو ابن سباجي زندگي تي لکيل مضمون ۽ ڪتاب پڙهي ڏسن اردو ۾ تحريڪ سبائيت ڪتاب پراڻي وقت ۾ مون پڙهيو آهي، البت عربي ٻوليءَ ۾ انهي تي وڏو مواد لکيل آهي ڪيترا ماڻهو جن کي قدس سره جي اصطلاح جي صحيح پس منظر جي خبر ڪانهي تہ انهي جو اصل سبب ۽ مقصد ڇا هو اهي ويچارا پنهنجي اڻ ڄاڻائي سبب ڪيترن صحيح عالمن ۽ دين جي سچن خدمتگذارن کي بہ نالي پٺيان قدس سره لکي ڇڏيندا آهن.

هڪ تمام ضروري وضاحت:

هوندئن تہ لفظ الصلواة تمام گهڻين معنائن ۽ وسيع مفهوم وارو لفظ آهي جنهن جي پوري جا پوري تشريح ۽ سڀ معنائون ڄاڻائڻ مون جهڙي انتهائي ڪم علم ۽ جاهل لاءِ تہ محال آهي، جو انهن جو احاطو ڪري سگهان ۽ جڏهن قرآن حڪيم جهڙي نابغہ روزگار عبقري ڪتاب، پنهنجي پيش ڪيل مثالي حڪومت ۽ مثالي معاشري ٺاهڻ لاءِ منشور ۽ دستور ۾ جيڪا رهنمائي ڪئي آهي ان جو عنوان اقيموا الصلوة وآتوا الزکوة کي قرار ڏنو آهي تہ انهن عنوانن جي سياسي تعبير ماضي جي انقلاب دشمن بدلائي ڇڏي آهي، مسخ ڪري ڇڏي آهي. ان کي رهبانيت جو نشان بنائي ڇڏيو آهي. سو موجوده دور ۾ خاص ڪري

ڪارل مارڪس جي ڪتاب داس ڪئپيٽال جنهن جي تعريف ۾ علامہ اقبال چيو آهي تہ نيست پيغمبر وليڪن دربغل دارد ڪتاب. انهيءَ ڪتاب مٿان وري جڏهن لينن ١٩١٧ع ۾ انقلاب آندو تہ دنيا جي گهڻن دانشورن ۽ عام ماڻهن انهيءَ کي پسند ڪيو ۽ ساراهيو سو ان جي پيٽ ۾ بنڪ ان ڪان بہ گهٽو مٿي. دنيا جي معاملن کي سلجهائڻ وارو ڪتاب قرآن مجيد جنهن لاءِ بہ علامہ اقبال جي شاهدي پيش ڪريان ٿو. تہ چيو اٿس: جو راز قل العفو مين پوشيده هي ابتڪ- اس دور مين شايد وه حقيقت هو نمودار. پر افسوس جو اسان جي عالمن قرآني فڪر جي پرواز کي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، قرآن جي عالمي ڪائناتي هدايت ۽ قيادت جي رمزن کي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي اها شڪايت بہ آئون علامہ اقبال جي زبان سان ڪريان تہ چڳو ٿيندو جو تہ نظريي پاڪستان وارا تہ ائين ئي مون تي ڪاوڙيل هوندا آهن. علامہ صاحب مٿئين شعر سان گڏ اڳتي ٻئي شعر ۾ چيو آهي تہ: "اس راز ڪو ڪيا سمجهي دو رڪعت ڪا امام" يعني جيڪو ٻہ رڪعتون نماز پڙهائي پاڻ کي امام پيو سڏائي انهيءَ کي ڪهڙي خبر تہ قرآن، قل العفو، ڇئي داس ڪئپيٽال کي ڪٿي تہ پري بيهاري ڇڏيو. لفظ صلوة جي سياسي ۽ فلاحي حڪومت جي بقا ۽ استحڪام واري معني جي بدلي ۾ جيڪي رواج مطابق هلندڙ معنيٰ نماز ڪئي تي وڃي، انهن سان اختلاف ڪرڻ جهيڙو جهڳڙو ڪرڻ منهنجو ڪو بہ مقصد ڪونهي، نہ ڪو مون ۾ ايتري طاقت ۽ دم آهي، جو اها جنگ وڙهي سگهان. مون هي محسوس ڪيو آهي تہ ديني مدرسن جي نوجوان طالب علمن ۾ اسلامي انقلاب ذريعي ديني فلاحي حڪومت قائم ڪرڻ جو احساس شوق ۽ ولولو پيدا ٿي رهيو آهي. انهن لاءِ دعاڳو آهيان تہ رب سائين انهن کي ڪامياب ڪري ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ هي ضروري سمجهان ٿو تہ ماضي ۾ قرآن واري فلاحي حڪومت کي ڪيئن شورائيت کان شخصي خانداني آمريت ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ قرآن جي اجتماعي فلاح واري نظريي ۽ فلسفي کي رهبانيت جا مراقبا ڪيئن پارايا ويا. جيئن چوندا آهن تہ چشم بد دور، سو اهڙي حڪومت قائم ڪرڻ ۽ ناهڻ کان اڳ ضروري آهي تہ گذريل



حادثن مان سبق پرائجي، هوندئن اسان جي عالمن کي تہ بخاري ۽ مسلم جهڙن ڪتابن، حديثن ذريعي سيڪاريو آهي تہ نبي ﷺ معراج تي ويا هئا اتي رب پاڪ کيس پنجاهہ نمازن جو تحفو ڏنو هو تہ وڃي امت کي پڙهاءِ هڪڙي ڳالهہ آئون ڪليل ڪريان ٿو تہ آئون پنهنجي رسول ﷺ کي ڪامل اڪمل باشعور هوشمند سمجهان ٿو توٽي ڪٽي حضرت موسيٰ عليه السلام اولوالعزم رسول آهي. تاريخ انسانيت جو وڏو ماڻهو آهي، پر منهنجي محمد عربي جو مقام ۽ مرتبو تمام نرالو آهي، سو موسيٰ جيڪا ڳالهہ سمجهي پيو تہ ماڻهو پنجاهہ نمازون ڪونہ پڙهي سگهندا. اها حقيقت خود حضور ﷺ ان کان بہ وڌيڪ ڄاڻن پيا پر موسيٰ عليه السلام ۽ حضور ﷺ پنهي کان وڌيڪ تہ رب سائين بہ ڄاڻي پيو تہ ماڻهن ۾ پنجاهہ ڀيرا رات ڏينهن ۾ نمازون پڙهڻ جو دم ڪونهي، پوءِ جڏهن رب سائين بہ ڄاڻي پيو تہ پوءِ اهو اهڙو حڪم ڪيئن ڏيندو، جڏهن تہ پاڻ پيو فرمائي تہ لايڪلف الله نفسا الاوسعها يعني الله ڪنهن نفس کي سندس سگهہ کان مٿي تڪليف ڪانہ ڏيندو آهي. مون کي سڀ ڄاڻ آهي تہ مولوي صاحبان انهيءَ موقعي تي ڇا ڇا جواب ڏيندا آهن انهيءَ سموري پٽاڙ کي هت دهرائڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. نہ ئي اها پختگي جي لحاظ سان ان لائق آهي جو ان پٽاڙ تي بحث ڪجي.

پڙهندڙن کي صرف هي عرض آهي تہ قرآن حڪيم ۾ مسجد حرام کان مسجد اقصيٰ تائين سير ڪرائڻ جو ذڪر آهي، جنهن کي مڪي کان مديني پاڪ طرف هجرت ڪرڻ جي معنيٰ ۾ سمجهڻ گهرجي. معراج جو لفظ ۽ قصو حديثن مطابق پورن ٽيهن سيپارن ۾ ڪٿي بہ ڪونهي. غير قرآني قصن بابت رب سائين اسان کان ڪابہ پڇا ڳاڇا ڪونہ ڪندو، هن ڏکي جملي معترضي ۽ ضروري وضاحت کي ختم ڪري وري اصل موضوع کي شروع ڪجي ٿو. مٿي آئون عرض ڪندو پيو اچان تہ لفظ صلوة جي معنيٰ فرائض منصبي مان انتظامي ذميداريون، جيڪي ڪنهن انقلاب آڻڻ واري ۽ رياست جي عهديدار مٿان هونديون آهن. اهي مقصود آهن. پڙهي ڏسو سورت هود آيت نمبر ٨٧

اصلواتک تامرک ان نترک مایعبد آباؤناوا ان نفعل في اموالناما نشاء يعني اي شعيب عليہ السلام ڇا تنهنجيون صلاتون توکي هي حڪم ڏين ٿيون تہ اسان پنهنجي ابن ڏاڏن واري عبادت ڇڏي ڏيون ۽ پنهنجي مال دولت بہ پنهنجي مرضي مطابق خرچ نہ ڪيون تہ يعني حضرت شعيب عليہ السلام جي امت وارا بہ صلوة جي اها معنيٰ پيا سمجهن تہ سندن ڪمايل دولت بہ سندن مرضي تي، انهن کي خرچ ڪرڻ جي اجازت نہ هئي، جنهن ڪان صلوة جي حڪم ذريعي انهن کي روکيو ويو پئي، جو هو شکايت پيا ڪن تہ اي شعيب عليہ السلام تنهنجيون صلاتون ايترو تہ اسان تي سوڙهہ نہ ڪن جو اسان پنهنجو ڪمايل پئسو بہ پنهنجي مرضي سان خرچ ڪري نہ سگهون هتي سمجهڻ گهرجي تہ زندگي جي هر شعبي ۾ خدا جي حڪمن مطابق عمل ڪرڻ جو نالو صلوة آهي، هتي جيڪڏهن صرف ايترو غور ڪجي تہ ڳالهہ آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچي ويندي تہ زندگي جي سڀن معاملن ۾ وحي جي رهنمائي مطابق عمل ڪرڻ جو نالو ئي اقامت الصلوة آهي، انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ لاءِ سورت مريم جي آيت نمبر ٥٩ ۾ آندل لفظ صلوة تي غور ڪيو وڃي تہ مقابل لفظ جي تقابل سان معنيٰ وڏيک سولائيءَ سان سمجهہ ۾ اچي ويندي. ارشاد باري تعاليٰ آهي تہ فخلف من بعد هم خلف اضاعوا الصلوة واتبعوا الشهوات يعني انبياء ڪرام جي وڃڻ ڪان پوءِ اهڙا ناخلف پيدا ٿيا، جن صلاتون زيان ڪري ڇڏيون ۽ پنهنجي نفساني خواهشن وارن جذبن تي هلڻ لڳا. هتي صاف نموني هي حقيقت پڌري ٿئي ٿي تہ الله جي حڪمن تي انبيائن جي رهنمائي ۾ هلڻ اقامت الصلوة آهي ۽ پنهنجي نفساني خواهشن جي تابعداري هيٺ هلڻ. اهو اضاعت الصلوه يعني صلواتن جو زيان آهي. هي مٿي بيان ڪيل اهي مثال هئا جن مان صلوة جي معنيٰ احڪام خداوندي جي تابعداري ۽ پيروي هئي. هي حقيقت آهي تہ لفظ صلوة تمام گهڻين معنائن ۽ وسيع مفهوم وارو لفظ آهي ان ڪري حڪومت جي انتظامي ڪمن ۽ رعيت جي معاملن کي سلجهائڻ لاءِ منتظمين آفيسرن ڪارڪنن انقلابي ورڪرن جون گڏجاڻيون بہ لازمي آهن. ميڙاڪا ڪرڻ ضروري آهي انهن جي ٿ جي اصطلاحن ۾ ميٽنگ



ڪانفرنس سيمينار وغيره سڏيو وڃي ٿو، هر گڏجاڻي لاءِ هر موضوع جا ٽيڪنوڪريٽ، دانشور ماهر ڳالهائيندا، ليڪچر ڏيندا، سمجهائيندا، سوال جواب جي نوبت بہ ايندي، ان ڪري هڪ طرف اهڙن ميڙاڪن کي بہ قرآن پاڪ صلوة سان تعبير ڪيو آهي ۽ انهن ۾ شرڪت ڪرڻ ڪان اڳ ۾ هي هدايت ڏيئي ٿو يا ايهالذين آمنوا لاتقربوا الصلوة وانتم سڪاريٰ حتي تعلموا ماتقولون سورت نساء آيت نمبر ٤٣ تہ اهڙن ميڙاڪن ۾ ايجنڊا مطابق مسئلن تي ڳالهائڻو پوندو، ان ڪري نشي جي حالت ۾ نہ وڃجو ايئن نہ ٿئي جو هڪ جي بدران ٻيو پيا ڳالهايو ۽ اهڙي وقت ميٽنگ ۾ يا ميڙاڪي ۾ وڃو، جڏهن اوهان کي هي ساڃاهہ هجي تہ ڇا ڳالهائڻو آهي ۽ ڇا چئي رهيو آهيان آيت ڪريمہ جي الفاظن تي غور ڪيو تہ جنهن اجتماع صلوة ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ نہ ٿيڻ جو حڪم ڪري ٿو، اتي سمجهڻو ۽ سمجهائڻو آهي، هن مروج نماز ۾ نمازيءَ کي ڳالهائڻو تہ ڪونہ ٿو پوي، هتي تہ پڙهيو ٿو وڃي، جيڪو نماز ۾ ڪجهہ پڙهڻ جو رواج هلي پيو، جي اهو درست هجي ها ۽ صلوٰة مان انهي آيت ۾ مراد موجوده نماز هجي ها تہ حتي تعلموا ماتقو لون جي بدلي هي لفظ هجن ها تہ حتيٰ تعلموا ماتقرئون، لفظ تقولون گفتگو ۽ مقالن جي معنيٰ ۾ اچي ٿو. ان ڪري مٿي ڄاڻايل آيت ۾ صلوة جي معنيٰ ميٽنگ سيمينار يا ڪانفرنس ئي ٿي سگهي ٿي. وري اڳتي سورت مائده جي آيت نمبر ٦ ۾ حڪم ٿئي ٿو يا ايها الذين آمنوا اذاقمتم الي الصلوة فاغسلوا وجو هکم وايديکم الي المرافق وامسحوا برئوسڪم وارجلڪم الي الڪعبين وان ڪنتم جنبا فاطهروا هن آيت ۾ حڪم ٿئي ٿو تہ جڏهن توهان اجتماع صلوة ۾ وڃو تہ منهن ۽ هٿ ڏوئي وڃو هٿ ٺونٺين تائين ۽ پير پيڏين تائين مٿي کي بہ مک ڪيو ۽ جي تڙپيل هجي تہ ان ڪان بہ پاڪائي ڪري پوءِ وڃو اڳتي بہ آيت ۾ وڌيڪ مسئلا بيان ڪيا ويا آهن هت صرف هي عرض ڪرڻ مقصد آهي تہ هن آيت ۾ رب پاڪ چئن ماڻهن جي ميڙاڪي ۾ وڃي ويهڻ ۽ شريڪ ٿيڻ جا آداب سيکاري ٿو تہ صفائي؛ سٺائيءَ سان ميڙاڪن ۾ شريڪ ٿيو. گندگي ۽ گدلائي ڪان پاڪ صاف ٿي معتبر ۽ مهاندا ٿي

ماڻهن سامهون ويهو. سورت اعراف جي آيت نمبر ٣١ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو ته يا بني آدم خذ وا زينتكم عند كل مسجد اي اولاد آدم! اي انسانو جڏهن مسجدن ۾ وڃو يعني انقلاب جي مرڪزن ۾ هيڊ ڪوارٽرن ۾ وڃو ته سونهن سينگار ڪري وڃو. هن آيت سان صلوة جي ميڙاڪن ۾ صفائي سٿرائي سان وڃڻ واري حڪم جي وڌيڪ تائيد ۽ تشريح ثابت ٿئي ٿي. باقي اهو جيڪو چيو وڃي ٿو ته اذاقمتم الي الصلوة فاغسلوا وجوهكم واري آيت سان جيڪو وضو ڪجي ٿو اهو ماڻهوءَ جي پليتي کي ختم ڪري پاڪ بنائي ٿو. عجب ڳالهه آهي جو ماڻهوءَ ڪان تت قوس نڪري هڪڙي هنڌ ڪان ۽ ڌوئي پاڪ ڪجي منهن ٻانهون ۽ پير ۽ مٿي کي مک. اهو ٿيو ڪنڊو لڳي پير ۾ ڪوتجي گوڏو ۽ وضو لاءِ هي به چيو وڃي ٿو ته ٻانهو نماز ۾ خدا جي اڳيان بيهي ٿو. ان ڪري وضو ذريعي پاڪ ٿي وڃي. هي ته عجيب ڳالهه ٿي جو ماڻهو جيڪڏهن نماز ۾ آهي ته خدا جي سامهون آهي هوئڻ ڇڻ خدا ڪان پري آهي ڇا. سورت ق جي آيت نمبر ١٤ ۾ آهي ولقد خلقنا الانسان ونعلم ما توسوس به نفسه و نحن اقرب اليه من جبل الوريد يعني بيشڪ اسان انسان کي پيدا ڪيو ۽ هو جيڪو پنهنجي دل ۾ سوچي ٿو يا وسوسا ڪري ٿو اسان انهن جي به ڄاڻ رکون ٿا ۽ اسان ان جي ساهه ڪڍڻ واري رڳ کان به ان کي ويجها آهيون. پوءِ جڏهن رب سائين ٻانهي کي ايترو ويجهو ۽ گڏ آهي ته اهو تصور خيال ۽ عقيدو ڪهڙي معنيٰ رکي ٿو ته ماڻهو الله جي عبادت ڪرڻ لاءِ مسجد ڏي وڃي ٿو اتي رب جي سامهون باوضو ٿي بيهي ته اتي الله ملندو ۽ ٻئي هنڌ مسجد ۽ نماز ڪان سواءِ ڇڻ الله ڪان پري آهي. سورت نساء جي آيت نمبر ١٠١ ۾ خوف ۽ دشمن سان مقابل هجڻ جي صورت ۾ قرآن پاڪ صلوة جي اجتماع ۾ معمول واري وقت کان گهٽ وقت ۾ اجتماع ۽ گڏجاڻي ڪرڻ جي رعايت ۽ هدايت ڏئي ٿو. ۽ آيت نمبر ١٠٢ ۾ حضور ﷺ کي خاص خطاب ڪندي فرمائي ٿو ته واذاكنت فيهم فاقمت لهم الصلوة يعني اي نبي جڏهن تون ميدان جنگ ۾ يا جنگي ماحول ۾ هجين ۽ قائم ڪرين صلوة. ته انهيءَ جي صورت هي آهي ته لشڪر ۽



فوج جو هڪ حصو ڀهريائين اچي. اوهان سان اجتماع صلوة ۾ ضروري هدايتون ڏيڏي ۽ سمجهي ۽ هليو وڃي پنهنجي مورچن ۽ جنگي پوزيشن سنڀالي. ۽ ٻيو حصو فوج جو جيڪو اڳ ۾ دشمن سان مقابل مورچن تي ۽ پوزيشن تي ٻيهاريل هو. هاڻ اهو اچي ۽ حضور ﷺ جي خدمت ۾ اجتماع صلوة يعني ميٽنگ ۾ شريڪ ٿئي. اها هدايت ان لاءِ آهي جو دشمن هر وقت تاڙ ۾ هجي ٿو ته اوهان کي غفلت ۾ ڏسي ۽ حملو ڪري ڏئي. ۽ اڳتي آيت نمبر ١٠٣ ۾ آهي ته جڏهن اوهان صلوة پوري ڪري چڪو ته فاذكرو الله قيا ماوقعودا وعلي جنوبكم فاذا اطمانتم فاقيموا الصلواة ان الصلوة كانت علي المومنين كتابا موقوتا يعني جڏهن گڏجاڻي پوري ٿي وڃي ته ان ۾ سمجهايل ۽ پاس ڪيل هدايتون ۽ قانون اٿندي وهندي ليٽندي الله جي حڪمن ۽ قانونن کي ياد ڪيو. ۽ جنگي صورتحال ڪان جڏهن فارغ ٿي وڃو ته پوءِ معمول مطابق يعني ايمرجنسي ڪان سواءِ جيئن پرسڪون ماحول ۾ گڏجاڻيون ڪندڙ هيو. وري اهڙي نموني قائم ڪيو نظام صلوة کي. ڇو ته اهو نظام ته باقائدي مقرر وقت تي پابندي سان ادا ڪرڻو آهي. آيت نمبر ١٠٢ ۾ جيڪو حضور ﷺ کي خطاب آهي ته فوج جي قيادت ۾ جيڪڏهن اوهان پاڻ شريڪ هجو ۽ صورتحال جي تقاضا اهڙي هجي جو اوهان کي پنهنجي لشڪر کي ڪا جنگي حڪمت عملي متعلق. نئين هدايت ڏيڻي هجي ته مٿين طريقي مطابق ميٽنگ ڪريو. قرآن پاڪ جا الفاظ آهن فاذاكنت فيهم فاقمت لهم الصلوه يعني اي نبي تون قائم ڪرين. فوج سان گڏجاڻي. ته ان جي صورت اها ٿيندي. هن موقعي تي هي صورتحال ڌيان تي رهي ته حضور ﷺ فوجن جا ڪمانڊر آهن ۽ سربراهه مملڪت آهن. ته اهي اهڙي جنگي ماحول ۾ ڪنهن نئين حڪمت عملي بابت پنهنجي فوج کي ڪي هدايتون ڏيڻ گهرن ته ان جو طريقه ڪار قرآن پاڪ اهو سمجهايو. آئون مٿي عرض ڪري آيو آهيان ته لفظ صلوة. قرآن حڪيم انقلاب ۽ هڪ فلاحي حڪومت ۽ ڪامياب ايڊمنسٽريشن لاءِ اهڙي اصطلاح طور مقرر ڪري ڏنو آهي جنهن جون معنائون ۽ مطلب تمام گهڻن ڪمن ۽ موقعن تي فٽ اچن ٿيون. جنهن سان سڄي رياستي

مشنري ۽ رعيت جي نظام پرورش، امن عامہ پرسڪون فضا، ڪاميابي سان حاصل ٿئي. انهي حقيقت کي وڌيڪ ذهن نشين ڪرڻ لاءِ عرض آهي ته قرآن حڪيم کي دعا تعويذ ۽ ڦيڻن جو ڪتاب نه سمجهڻ گهرجي. نه ئي حضور ﷺ جن کي ڪنهن درگاهه يا خانقاهه جي پير ۽ گادي نشين سجاده نشين وانگر سمجهڻ گهرجي. پاڻ ڪريمن جي شخصيت ۽ حيثيت سندن زندگي ۾ هڪ انقلابي جي هئي، هڪ سربراهه مملڪت واري هئي، ڪمانڊر انچيف واري هئي، ڪين مليل ڪتاب قرآن مجيد به پوري انسان ذات جو رهنما ۽ ڪائناتي منشور ڪتاب آهي. سو اهڙي ڪتاب جي ٻڌايل اصطلاح "صلوة" جي گهڻن پهلوئن ۽ معنائن جو احاطو، هن مختصر مضمون ۾ مشڪل ٿي سگهي ٿو. البت ڪي مختصر معنائون عرض رکجن ٿيون. سمجهڻ گهرجي ته قرآن حڪيم ۾ جتي جتي به اقيموا الصلوة جو حڪم ڪيو ويو آهي، ان جو مقصد نظام ڪائنات ۽ نظام سلطنت يعني رياست جا سڀ انتظامي معاملا سرانجام ڏيڻ آهن. پوري رعيت جي حفاظت، امن، علاج، تعليم، ڪاڌ خوراڪ، رهائشي ضرورتن پورو ڪري ڏيڻ جو سڀ ڪم، ان ۾ شامل آهي ان لحاظ سان مصلين جي معنيٰ انقلاب ۽ حڪومت جي وڏين ذميدارين ۽ عهدن وارا سياسي ۽ انتظامي افسر، پوءِ انهن مان جيڪي پنهنجيون ذميداريون صحيح نموني نڀائيندا، ۽ رعيت جي صحيح پرگهور ڪندا ته قرآن پاڪ سورت معارج جي آيت نمبر ٢٢ ۾ انهن جي تعريف ڪئي آهي، ۽ جيڪي حڪمران ۽ آفيسر بي سهارا مسڪين ۽ بي پهچ ماڻهن مٿان جبر ۽ ڏاڍ ڪندا ۽ انهن جي ڪاڌ خوراڪ جو انتظام نه ڪندا ته قرآن پاڪ انهن لاءِ سورت ماعون ۾ فرمايو آهي ته اهڙن حاڪمن لاءِ ويل ۽ تباهي آهي، ۽ جنهن جاءِ تي لفظ صليٰ جي پويان صلي ۾ عليٰ جو لفظ ايندو ته اتي صليٰ جي معنيٰ تعظيم ڪرڻ، دعا ڏيڻ، حوصلي افزائي ڪرڻ، ترقي ڪرائڻ، تنزل کان روڪڻ، واڌ ۽ ويجهه ۾ مدد ڪرڻ وغيره ٿيندي، جيئن سورت احزاب جي آيت نمبر ٣٤ ۾ اچي ٿو هو الذي يصلي عليڪم و ملائڪته ته انهيءَ جي معنيٰ ٿيندي ته الله ۽ ان جا فرشتا اوهان جي حوصلي افزائي ڪن ٿا، توهان جي محنتن کي ترقي



وٺائن ٿا. ساڳي سورت احزاب جي آيت نمبر ٥٦ ۾ آهي ته ان الله وملائڪته يصلون علي النبي يا ايها الذين آمنوا صلو عليه وسلموا تسليما بيشڪ الله ۽ ان جا ملائڪ نبي جي پروگرام ۾ ان جي حوصلي افزائي ڪن ٿا. اي ايمان وارو اوهان به رسول جو ساٿ ڏيو، ان جي مدد ڪريو، يعني سهڻي نموني سان فرمانبرداري ڪريو. سورت توبه جي آيت نمبر ١٠٣ ۾ آهي وصل عليهم ان صلواتڪ سَڪن لهم يعني اي نبي تون انهن جي حوصلي افزائي ڪر، تنهنجي انهن کي شاباس چوڻ انهن کي راحت ۽ سڪون پهچائيندي. سورت نور جي آيت نمبر ٤١ ۾ آهي ته ڪل قد علم صلاته و تسبيحه يعني مخلوق جي سڀن قسمن پنهنجي ذميدارين کي چاٽي ۽ سمجهي ورتو آهي. انهيءَ جاءِ تي هيءَ ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته صلوة صرف انسانن ۽ مؤمنن مٿان فرض ڪانهي بلڪ مخلوق جي سڀن قسمن جي، پنهنجي پنهنجي جدا صلواة آهي. دين جي دشمنن، حضور ﷺ جي انقلاب جي دشمنن لاءِ، قرآن پاڪ فرمائي ٿو ته وماڪان صلواتهم عندالبيت الامڪاء وتصديہ سورت انفال آيت ٣٥ يعني انهن جي صلوات بيت الله وٽ سيٽيون وڄائڻ ۽ بي مقصد نه سمجهه ۾ اچڻ وارو هل هنگامو ڪرڻ، جنهن جو ڪوبه معنيٰ مفهوم ۽ ڪڙ تيل نه هجي. آئون ڪافرن جي صلوة يا نماز جي مٿين آيت واري تشريح پڙهي ڏڇي وڃان ٿو ۽ رب سائين کان دعا گهران ٿو ته اسان مسلمانن کي انهي ڳالهه کان بچائي، انهي نوبت کان بچائي جو اسان جون صلواتون ۽ نمازون اهڙيون نه ٿي وڃن، جن کي اسان جنهن وقت ادا ڪريون ته اهي اهڙا آواز هجن. جن کي اسان سمجهي نه سگهون ۽ اهي مڪاء و تصديہ نه بنجي وڃن اڄ هي سٽون ۽ مضمون جا ٻه چار اکر جنهن وقت لکي رهيو آهيان ان وقت هڪ مسجد جي حجري ۾ رهيل آهيان ۽ مون کي ٻڌايو ويو آهي ته محلي وارن نمازين مان ڪن نوجوانن، جمعي نماز بعد جلدي لائوڊ تي صلوة سلام پڙهڻ شروع ڪيا، پر پراڻن قبضي وارن انهن کان لائوڊ جو مائيڪ ته ڪسي ورتو، پوءِ به انهن صلواة سلام پڙهي پورا ڪيا ۽ ڌمڪيون ڏيندا نڪري ويا ته اڳتي ڏسون ته ڪيئن ٿا اوهان اسان کي روڪيو (هي جملو معترضو هو)

سورت نور جي آيت ۵۸ ۾ آهي من قبل صلوة الفجروحين تضعون ثيابكم من الظهيرة ومن بعد صلوة العشاء ثلث عورات لكم يعني قرآن پاڪ تعليم ڏيئي ٿو ته اوهان تي آرام ڪرڻ ڪري ائن ٻهرن ۾ ٽي وقت اهڙا اچن ٿا جو اوهان لٿا لاهي آرام ڪريو ٿا ته اهڙي وقت اوهان جي گهريلو ملازمن کي گهرجي ته بغير اجازت جي اندر ڪمري ۾ داخل نه ٿين. هڪ ظهر کان اڳي، ٻيو صلوة العشاء کان پوء، ٽيو صلوة الفجر کان اڳي، هن آيت مان هي ثابت ٿئي ٿو ته نبي سائين جي زماني ۾ اجتماع صلواة جا ٻه وقت مقرر هئا جن جو هتي قرآن پاڪ ذڪرفرمايو آهي، توڙي ڪٿي هن آيت ۾ ظهر جي وقت جو به ذڪر آهي پر ان جو تعارف عشاء ۽ فجر وانگر صلوة جي حوالي سان نه ڪرايو ويو آهي، هتي به اجتماع صلواة جي ڪيفيت مان مقصد آهي تعليم تربيت ۽ انتظامي ذميدارين بابت پنهنجي ڪارگذاري جي رپورٽ پيش ڪرڻ ۽ نيون هدايتون وٺڻ ۽ ٻه وقت صلوة جا هن ڪري به ته سورت هود ۾ حڪم آهي ته اقم الصلوة طرفي النهار وزلفامن الليل آيت ۱۱۴ يعني قائم ڪر صلوة ڏينهن جي ٻنهي طرفن ۾ ته اهي وڃي ٿيا. فجر ۽ مغرب ۽ غسق الليل ۽ زلفامن الليل کي سورت نور ۾ بيان ڪيل. صلوة العشاء سان تعبير ڪري سگهجي ٿو. تڏهن به اجتماع صلوه لاء قرآن پاڪ سورت اسراء جي آيت نمبر ۷۸ ۾ ڳالهه کولي سمجهائي ڏني آهي ته اقم الصلواة لدلوڪ الشمس الي غسق الليل و قرآن الفجران قرآن الفجر ڪان مشهودا لفظ دلوڪ جي معنيٰ عام طور تي اڌ ڏينهن کان پوء زوال کان وٺي لهڻ تائين جي هر وقت ۽ هر گهڙي کي دلوڪ ۾ شامل شمار ڪري سگهجي ٿو، پر لغت جي ڪتابن جي گهري ڄاڻ سان پتو پوي ٿو ته صبح جو سج ايرڻ کان منجهند تائين جي شروع واري حصي کي به دلوڪ جي معنيٰ ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. اهڙي نموني غسق جي معنيٰ به رات جي پهرين حصي ۾ انڌيري جي گهرائي ۽ گهاٽاڻ کي چئجي ٿو، انهي رهنمائي مان مقصد ۽ مطلب آهي ته سڄو ڏينهن سڄي رات صلوة جو وقت آهي، جنهن وقت چاهيو جيترا پيرا چاهيو وقت ئي وقت آهي سورت بقره جي آيت نمبر ۲۳۸ ۾ حڪم آهي ته حافظوا علي



الصلوات والصلوة الوسطي وقوموا لله قانتينO يعني (اوهان جي نظام اجتماع لاء جيڪي) ڊيوٽيون ذميداريون ۽ عهدن جي لحاظ سان ڪم ڪاريون اوهان مٿان لاڳو ڪيون ويون آهن انهن جي حفاظت ڪريو (يعني سرانجام ڪيو ۽ نڀايو) جيڪي وچٿرائي انداز سان نڀائجن ۽ الله جي حڪمن تي عمل ڪرڻ لاء هر وقت تيار رهو. هن آيت لاء عام طور هي تفسير بيان ڪيو وڃي ٿو ته نمازون پنج آهن انهن مان وچين نماز جي حفاظت جو واڌاري تاڪيدي حڪم ڪيو ويو آهي. جڏهن ته حقيقت هي آهي ته هن آيت جي ماقبل ۽ مابعد ۾ نڪاح، طلاق، وصيت، رضاع، جلاوطني ۽ لڙائي جا احڪام آهن حضور ﷺ ۽ ان جي پارٽي انقلاب جي امين آهي، ذميدار آهي، انهن کي عدالت ۽ معاشري جي مسئلن بابت ڪورٽ هلائڻ جا قانون سيکاريا وڃن ٿا، امن ۽ خوف جي حالتن ۾ زندگي جي نظام بابت حڪومت جي ڪمن جي قرآن حڪيم سکيا پيو ڏئي، تربيت پيو ڏئي، اهڙي ڄاڻ ۽ تربيت ڏيڻ مهل قرآن حڪيم فرمائي ٿو ته (صلوة جي هڪ معنيٰ فرائض منصبي به آهي) پنهنجي ڊيوٽين جي عهدن جي ذميدارين جي حفاظت ڪريو، يعني رياست ۽ پبلڪ جي ڪمن جي سرانجامي ڪريو (پر اوهان تي ان جو ايترو بار نه ٿئي جو پنهنجو پاڻ کي مشقت ۽ هلاڪت ۾ وجهي ڇڏيو) ڊيوٽيون ضرور ڪريو، پر وچٿري نموني، منهنجي ان معنيٰ ۽ تشريح جي تائيد سورت طه جي آيت نمبر ۲ مان ٿئي ٿي ما انزلنا عليڪ القرآن لتشقيO يعني اي پيغمبر اسان توتي هي ڪتاب ان ڪري نازل نه ڪيو آهي ته تون مشقت ۽ تڪليف ۾ پئجي وڃين، پر اجا هن ئي سورت جي آيت نمبر ۱۱۷ ۾ ڏاڏي سائين حضرت آدم عليه السلام کي به رب پاڪ فرمايو ته فقلنا يا آدم ان هاذا عدولڪ ولزوجڪ فلايخرجنڪما من الجنة فتشقي يعني اي آدم تحقيق هي شيطان تنهنجو ۽ تنهنجي زال جو دشمن آهي (اٿين نه ٿئي جو ان جو توهان چوڻ ميڃو) پوء تڙائي ڇڏي اوهان کي جنت مان ۽ پوء توهان هلاڪت ۽ مشقت ۾ پئجي وڃو هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته رب سائين ٻانهن کي ڪنهن تڪليف ۾ وجهڻ نٿو گهري انهن حياتي ۽ زندگي جي مسئلن ۽ ضرورتن ۾ هڪ

قسم جو اعتدال وچٿرائي ۽ ڪفايت جي تعليم ڏيئي ٿو سورت بقره جي آيت نمبر ١٨٥ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته يريد الله بكم اليسر ولايريد بكم العسر يعني الله اوهان لاءِ سهولت چاهي ٿو پسند ڪري ٿو ۽ تڪليف ۽ دشواري جو توهان لاءِ ارادو نٿو ڪري. اهڙي نموني سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ١٠٠ ولا تجهر بصلاتك ولاتخافت بها وابتغ بين ذالك سبيلا يعني پنهنجي صلوٰة ۾ آواز نه ڏاڍيان ڪر نه هوريان ڪر، بلڪ ٻنهي جي وچٿرائي جيترو. عام تفسير ڪرڻ وارا انهيءَ مان مراد ۽ مطلب هلندڙ رواج مطابق نماز ۾ جيڪا قرائت قرآن پاڪ پڙهي وڃي ٿي ان بابت اها هدايت قرار ڏين ٿا ۽ منهنجي نظر ۾ ۽ سوچ مطابق ان جي هي معنيٰ مطلب وڌيڪ مناسب لڳي ٿو ته جيئن اجتماع صلوٰة يا صلوٰة جي ميڙ ڪي متي آئون ميٽنگ، سيمينار، ڪانفرنس جي معنيٰ ۾ به لکي آيو آهيان، هاڻ ان ۾ جيڪو بحث يا ليڪچر ۽ گفتگو ڪرڻي آهي، هي ان بابت هدايت آهي ته ان ۾ آواز نه ڏاڍيان هجي نه هوريان هجي، بلڪ وچٿرو هجڻ گهرجي ۽ انهيءَ معنيٰ مفهوم جي تصديق سورت شوريٰ جي آيت ٣٨-٤٢ مان به ٿئي ٿي، اها هي آهي ته والذين استجا بوا لربهم واقاموا الصلوٰة وامرهم شوريٰ بينهم و ممارزقناهم ينفقون يعني جن ماڻهن پنهنجي پالڻهار جو حڪم مڃيو (يعني رزق جي برابري واري بنياد تي تقسيم ڪرڻ) ۽ قائم ڪيائون نظام ربوبيت ڪي ته انهن ماڻهن جا فيصلا يا معاملا هڪ ٻئي جي مشورن سان ٿيندا ۽ اهي ماڻهو اسان جي ڏنل رزق مان حقدارن ۾ خرچ ڪندا. هت هڪ جملو معترضو عرض آهي ته هي معنائون تڏهن ذهن ۾ صحيح نموني پڙهندڙ کي اينديون جڏهن قرآن پاڪ کي حڪمران ڪتاب ۽ حڪمرانن کي هدايتون ڏيندڙ ڪتاب سمجهي پڙهيو ويندو ۽ نظام حڪومت هلائڻ جو منشور تصور ڪيو ويندو پر جي ان جي ابتڙ قرآن کي شخصي ۽ انفرادي نمازن ۽ وظيفن وارو ڪتاب سمجهيو ويو ته پوءِ شايد قرآن جي صحيح ۽ اصلي معنيٰ پڙهندڙ جي ذهن ۾ نه اچي سگهندي. سورت شوريٰ ۾ اقاموا الصلوٰة جي حڪم سان مجلس مشاورت ۽ رزق خداوندي کي خرچ ڪرڻ ۽ ورهائڻ جي لفظن تي زياده



غور ڪرڻ سان منهنجي گذارش شايد سهولت سان ذهن ۾ اچي سگهندي ۽ اجا لفظ اقاموا ۽ اقيموا به تمام غور طلب آهي پوري قرآن ۾ الصلوٰة سان گڏ اقيموا جو لفظ ڪتب آندو ويو آهي ته قائم ڪرڻ جو تعلق نظام ۽ سسٽم سان هوندو آهي، انفرادي عبادت ۽ وظيفي لاءِ اقيموا جي معنيٰ جي ڪا به مطابقت ڪانهي، اسان وٽ ته نماز جي لاءِ عام طور چيو ويندو آهي ته نماز پڙهو ته لفظ پڙهو اهو اقيموا جو ترجمو نٿو ٿي سگهي ۽ پڙهڻ انفرادي عمل آهي ۽ اقيموا اجتماعي عمل آهي، پڙهڻ جو عمل نظام ۽ سسٽم کي هلائڻ جي معنيٰ ۾ ڪتب نه ايندو آهي ته هي ثابت ٿيو ته اقيموا سان نظام هلائڻ ۽ قائم ڪرڻ جو حڪم ڪيو ويو ٿو. منهنجي هن موقف جي تصديق سورت بقره جي آيت نمبر ١٤٣ مان به ٿئي ٿي وكذالك جعلناكم امة وسطا لتكونوا شهداء علي الناس ويكون الرسول عليكم شهيدا يعني اي امت محمد عليه السلام اسان توهان کي عادل ۽ منصف امت ڪري پيدا ڪيو آهي هن لاءِ ته توهان پوري ڪائنات جي انسان ذات جي نگراني ڪريو سنڀال ڪريو ۽ منهنجو رسول توهان جو نگران آهي يعني رسول ﷺ جي قيادت ۾ ليڊرشپ ۾ امامت ۽ اڳواڻيءَ ۾ توهان پوري دنيا جي قومن کي انسانن کي قرآن واري نظام ۽ انقلاب سان پنهنجي نگراني ۾ هلايو جنهن انقلاب جو هيڊ ڪوارٽر ڪعبي مكة المكرمہ کي اسان توهان لاءِ مقرر ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن متي بيان ڪيل آيت مان هرويرو اهو مقصد ورتو وڃي ته اها هدايت نماز ۾ قرائت سان تعلق رکي ٿي ته نه ڏاڍيان نه هوريان پر وچٿري آواز سان قرائت ڪئي وڃي ته پوءِ ظهر ۽ عصر جي نماز لاءِ ڪهڙو جواب ڏيندا جو اهي نمازون سري يعني هوريان ۽ مخفي بغير ڏاڍيان آواز جي پڙهيون وڃن ٿيون. جيڪي آيت جي حڪم ولاتخافت بها يعني ايترو هوريان نه هجي جو ٻڌندڙن کي ٻڌڻ ۾ ئي نه اچي ۽ اهي به نمازون وابتغ بين ذالك سبيلا يعني وچ ٽري آواز واري قرآني حڪمن خلاف پڙهيون پيون وڃن. سو جيڪڏهن پڙهندڙ منهنجي استدلال کي قبول نه ڪن ته گهٽ ۾ گهٽ ظهر ۽ عصر جي نماز جي قرائت ته ٻين نمازن وانگر پڙهي پنهنجي پر ۾ قرآن تي عمل ڪري

ڏيکارين. دل تہ گهري پئي تہ سموري قرآن پاڪ ۾ جتي جتي لفظ صلواة آندو ويو آهي، انهن سڀن آيتن جو مذڪور هتي آندو وڃي، معنيٰ مطلب لکيو وڃي، پر مضمون تمام گهڻو ڊگهو ٿي ويندو، هاڻ اسين زڪواة جي معنيٰ مطلب بابت بہ اکر لکون ٿا صلواة ۽ زڪوات اهي ٻئي قرآني نظام جا بہ اهم ٿنڀ آهن انهن جو ذڪر قرآن پاڪ ڪيئي ڀيرا گڏ هڪ جاءِ تي آندو آهي، انهن ٻنهي اصطلاحي لفظن کي گڏ آڻڻ مان مقصود، تمام وڏي سمجهاڻي آهي، اها هيءَ تہ صلوة قائم ڪيو تہ زڪواة حاصل ٿئي، زڪواة معنيٰ، اهي اسباب جن سان ترقي، خوشحالي، آسودگي حاصل ٿئي، افرادن ۽ معاشرن ميڙاڪن جي وڌڻ ويجهڻ ۽ سگهارو بنجڻ ۾ ٽيڪ ملي، مدد ملي، اجا هنن لفظن سان بہ اقيموا الصلوة وآتوا الزڪواة جي معنيٰ ڪري سگهجي ٿي تہ صلواة قائم ڪرڻ جو رزلٽ، ثمره ۽ حاصلات، زڪوات کي قرآن قرار ڏنو، يعني علت ۽ معلول جي معنيٰ ۾ ٻئي لفظ ڪتب آيا ۽ دعويٰ ۽ دليل جي طور بيان ڪيا ويا، يعني جي ڪير سوال ڪري تہ اقيموا الصلواة جي حڪم تي عمل ڪرڻ سان ڇا ٿيندو، ڪهڙو فائدو ٿيندو، يا اقيمو الصلواة يعني نظام صلواة مان اسان کي ڇا ڪرڻو آهي، تہ انهيءَ جو جواب آتوا الزڪوة ۾ اتي جو اتي موجود آهي تہ ماڻهن کي خوشحالي ڏيو، آسودگي ڏيو، ترقي ڪرڻ ۾ مدد ڪريو، سڌرڻ ۾ سهارو ڏيو، يعني اوهان جو رياستي نظام اهڙو هجڻ گهرجي جنهن سان معاشرو ترقي ڪري، انهيءَ تعبير ۽ تشريح ۾ هي خيال رهي تہ اهي احڪام رياست سان تعلق رکن ٿا، اجتماعن سان تعلق رکن ٿا، شخصي ۽ انفرادي ناهن، گهڻي عرصي کان اسلامي فقهہ جي ڪتابن ۾ زڪوة جي معنيٰ هڪ مقرر نصاب کان وڌيڪ مال دولت تي چاليهين پتي کي سڏيو وڃي ٿو ۽ مراد ورتي وڃي ٿي، اهو سراسر غلط آهي ۽ غير قرآني تشريح ۽ تعبير آهي، زڪوات جو لفظ قرآن ۾ معاشري ۽ افرادن جي سڌارن جي معنيٰ ۾ آيو آهي، جيئن سورت حج جي آيت نمبر ۴۱ ۾ آيو آهي الذين ان مكنا هم في الارض اقاموا الصلوة وآتوا الزكوة وامروا بالمعروف ونهواعن المنكر يعني جن کي اسان جيڪڏهن اقتدار ڏياريون زمين ۾ تہ هو نظام صلواة قائم ڪندا ۽



ماڻهن کي ترقي ڪرڻ ۾ مدد ڪندا ۽ نيڪي جي ڪمن جو حڪم ڏيندا ۽ براين کان روڪيندا وغيره تہ هي زڪوات جي معنيٰ ماڻهن جي اصلاح ۽ سڌاري واري آهي پئسن ۽ مال مان حصو ڏيڻ اهو زڪوات جي معنيٰ ڪانهي، اڃا پڙهي ڏسو سورت بقره آيت ۱۲۹ ربنا وابعث فيهم رسولامنهم يتلوا اعليهم آياتک ويعلمهم الكتاب والحكمة ويزكيهم يعني اي اسان جا پالڻهار موڪل تون انهن (مڪي وارن ۾) رسول کي، جيڪو انهن مان هجي، انهن کي تنهنجون آيتون پڙهي ٻڌائي ۽ ڪتاب ۽ حڪمت جون ڳالهيون سيکارين ۽ انهن ۾ سڌارو آڻي، سورت بقره جي آيت نمبر ۲۳۲ ۾ ذالكم ازكىٰ لكم واطهر هتي ازڪي ۽ اطهر گڏ آڻي انهن جون جدا جدا معنائون سمجهايون ويون آهن، جن مان ازڪيٰ معنيٰ نشو نما ۽ واڌارو ۽ اطهر معنيٰ پاڪ، اهي ٻئي صفاتي لفظ آهي اطهر سلبي صفت آهي يعني نجاست ۽ خباثت کان پاڪ صاف ۽ محفوظ، پر زڪواة ايجابي قسم جي صفت آهي، جنهن جي معنيٰ آهي وڌڻ ۽ طاقت حاصل ڪرڻ ۽ سورت ڪهف جي آيت نمبر ۷۴ ۾ آهي نفسا زكيه ۽ آيت نمبر ۸۱ ۾ آهي خيرا منه زكواة اتي ٻنهي جاين تي معنيٰ آهي سٺو پاليل ۽ تيار ڪيل پرورش ۾، مطلب ڳالهہ جو تہ زڪواة جي معنيٰ مال ڏيڻ ۽ ملڪيت جو ڪو حصو ڏيڻ ناهي، سورت شمس جي آيت نمبر ۹ ۽ ۱۰ ۾ آهي قد افلح من زكاها وقد خاب من دساها هتي دساها جي معنيٰ آهي، ڪنهن کي مٽيءَ ۾ پورڻ، يعني انهي کي وڌڻ ۽ ڦٽڻ کان روڪڻ لاءِ دفن ڪري ڇڏڻ آهي ۽ اهو لفظ قرآن پاڪ مقابلي ۾ آندو آهي زڪاها جي تہ زڪاجي معنيٰ صاف پڌري ٿي ويئي تہ ڪنهن شئي کي صاف سٺو بڻائي ان جي واڌاري ۽ ڦوهڙي جون رڪاوٽون هٽائي ان جي وڌڻ جو انتظام ڪرڻ، وڌڻ ۾ مدد ڪرڻ، پر اسان وٽ زڪواة ۽ صدقي جي معنيٰ هڪڙي ورتي وڃي ٿي اهو غلط آهي، هونئن صدقي ۽ خيرات جي مد ۾ بيت المال مان حڪومت ضرورت مطابق رقمون ڪٽي رعيت جي ڀلي ۽ نشونما لاءِ انتظام ڪندي، اهو رياست جو فرض آهي، صدقي جي مال خرچ ڪرڻ جون جايون بہ قرآن ڳڻي مقرر ڪري ڏنيون آهن پر اهو قرآن شريف صدقي طور مقرر حصو يا پتي ڏيڻ جي ڪابہ

حد ڪانہ ڏسي آهي، اجا هن طرح سورت بقره جي آيت نمبر ٢١٩ ۾ ڏسيو اٿس تہ پنهنجي ڪمايل دولت مان پنهنجيون ضرورتون پوريون ڪري، هر بچت شيءِ الله جي راهہ ۾ خرچ ڪري ڇڏيو، پر الائي ڪهڙن مهربانن الائي ڪيئن، چاليهين پتي جي خرچ ڪرڻ جو حڪم قرآن مٿان بہ لاڳو ڪري ڇڏيو آهي ۽ هي حقيقت بہ سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ هر قسم جا صدقا بہ غريبن ۽ حقدارن لاءِ آهن تہ ٽئڪس جيڪي سرڪار وصول ڪندي آهي اهي بہ حقدار رعيت لاءِ هوندا آهن، انهن ٻنهي ۾ فرق نہ سمجهڻ گهرجي. ●

## قرآن واري نماز

نماز جو لفظ ۽ اصطلاح عربي ٻولي منجهان ناهي، نہ ئي قرآني لفظ آهي. قرآن پاڪ جي لفظ صلوٰة جي معنيٰ طور، هي لفظ فارسي ٻولي وارن ترجمي طور ڪتب آندو آهي، جيڪا نماز هو پنهنجي اڳوڻي ڌرم مجوسيت ۾ پڙهندا ۽ ادا ڪندا هئا. انهي لفظ ڪي انهن اسلام ۾ منتقل ڪري ڇڏيو آهي. هوتئن الله جي عبادت ڇا آهي. ڪيئن آهي اهو پڙهندڙ هن ڪتاب جي مضمون جيڪو عبادت نالي سان مستقل طور جدا لکيو آهي اهو پڙهن. جنهن جي معنيٰ ۽ مفهوم نماز جي مروج طريقہ ڪار سان موافق نٿو لڳي. باقي قرآن پاڪ جي لفظ صلوٰة جي تشريح ۽ تعبير تمام وڏي آهي. معنائون تمام گهڻيون آهن جن جو ڪجهہ حصو هن ڪتاب جي مضمون "اقيموا الصلواة وآتو الزڪواة" ۾ پڙهندا نماز جي موجوده شڪل ۽ طريقہ ڪار تي غور ڪجي تہ اها انفرادي ۽ شخصي اثر ڇڏيندڙ عبادت مان شمار ٿئي ٿي، ان ڪي اجتماعي عبادت نٿو چئي سگهجي. جڏهن تہ قرآن حڪيم گهڻو ڪري عبادت ۽ صلوٰة ڪي اجتماعي ۽ حڪومتي نظام ڪي هلائڻ ۽ قائم ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو آهي. موجوده نماز ڪي صلواة جي معنيٰ ۾ ۽ پانهي جي پنهنجي پالڻهار سامهون التجا ۽ راز نياز عاجزي ۽ نيازمندي طور سڏيو وڃي ٿو، پر انهيءَ لاءِ بہ طريقہ ڪار جيڪو قرآن حڪيم ڏسيو آهي اهو ٻيو آهي، جيڪو هن مضمون ۾ ٻڌائڻ مقصد آهي، پر ان ڪان اڳ هي معذرت تہ ڇا ان ڪي بہ نماز جي عنوان هيٺ آڻڻ ۽ نماز سڏڻ ڪيتري قدر آهي. ان لاءِ عرض آهي تہ ذڪر جو هڪ قسم ۽ دعا هڪ اهڙي عبادت آهي جيڪا شخصي ۽ انفرادي ٿي سگهندي آهي ۽ ان جي قرآن پاڪ تعليم ۽ تربيت ڏني آهي، سو موجوده نماز ڪي بہ جڏهن اوهان شخصي ۽ انفرادي عبادت تصور ڪيان ٿو، ان ڪري قرآن حڪيم جي ان بابت جيڪا

رهنمائي ڏسيل آهي ان کي پڙهندڙن جي خدمت ۾ ساڳئي نالي سان پيش ڪجي ٿو. گڏوگڏ هي درخواست پڻ مناسب سمجهان ٿو ته اسان جون انفرادي ۽ اجتماعي هر قسم جون عبادتون قرآن حڪيم جي تعليم ۽ سمجهاڻيءَ جي روشني ۾ هجڻ ته بهتر ٿيندو ۽ ان جا نتيجا به فائديمند نڪرندا. نه ته غير قرآني طريقا فسادن ۽ فرقيواريت کي جنم ڏيندا. جن جا مثال ڏيڻ بيان ڪرڻ سج سامهون ڏيئا ٻارڻ برابر ٿيندا. قرآن واري نماز بيان ڪرڻ کان اڳ ۾ اجا وڌيڪ هڪ عدد ٻي گذارش ڪجي ٿي ته سورت نساء آيت نمبر ۱۷۴ ۾ بيان آهي ته يا ايهاالناس قد جاء ڪم برهان من ربڪم وانزلنا اليڪم نورامبيناO اي انسانو بيشڪ آيو آهي توهان جي طرف توهان جي پالڻهار طرفان برهان ۽ دليل ۽ اسان توهان جي طرف نازل ڪيو آهي. پڌرو ۽ چٽو نور غور فرمايو ته رب سائين قرآن جو تعارف ڪهڙن ته لفظن سان فرمائي ٿو. سورت شوريٰ جي آيت نمبر ۵۲ ۾ رب سائين قرآن بابت فرمائي ٿو ته ولڪن جعلناه نورا نهدي به من نشاء يعني ۾ اسان انهي ڪتاب کي اهڙو نور (روشن) بنايو جو جنهن کي وٺي ان کي هدايت تي آڻيون مطلب ته قرآن پاڪ ۾ ڪيترين ئي جاين تي قرآن کي نور ضياء يعني روشني ڏيندڙ سڏيو ويو آهي ان ڪان سواء ڪتاب مبين ۽ بينات من الهدي ۽ تبيان لڪل شيء عربي مبين. بيان للناس جا بجا بار بار سڏيو آهي. انهن قرآن جي لقبن ڏي ڌيان ڇڪائڻ جو مقصد هي آهي ته قرآن حڪيم جڏهن پاڻ نور آهي، روشن آهي چٽو پڌرو آهي، ته ان جي احڪامن جي تشريح ۽ تفسير ٻين علمن ۽ ڪتابن جي محتاج ڇو جيڪڏهن قرآن ڪان کي اهڙيون وضاحتون ۽ پڌرايون رهجي ويون ۽ مسئلن کي کولي بيان ڪرڻ ۾ ڪي ڪوتاهيون ٿي ويون آهن ته پوءِ اهڙو ڪتاب تبيانالڪل شي (يعني هر شئي کي کولي بيان ڪندڙ) ڪيئن ٿيو. سو سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته جنهن شخصي ۽ انفرادي عبادت يا نماز جي قرآن پاڪ تعليم ڏني آهي ۽ حڪم ڏنو آهي ۽ کولي کولي پڌري نموني سمجهايو آهي اها آهي سورت اعراف جي آيت ۲۰۵ يعني واذڪر ربڪ في نفسلڪ تضر عا وخيفة دون الجهرمن القول بالغدو والآصال ولاتڪن من الغافلين يعني ياد ڪر ذڪر



ڪر تون پنهنجي پالڻهار جو پنهنجي دل ۾ عاجزيءَ سان ۽ ڊڄندي، سواء واڪي ڪرڻ ۽ ڏاڍيان آواز جي، صبح ۽ شام ۽ غفلت وارن مان نه ٿي، هن آيت ۾ رب سائين گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ذڪر ۽ ياد لاء ٻه وقت صبح ۽ شام جا بيان فرمايا ۽ وڌ ۾ وڌ لاء فرمايو ته ولاتڪن من الغافلين يعني تنهنجي مٿان غفلت جو ڪو به وقت نه اچي ته پلو. جن ماڻهن کي علم تصوف جي ذڪرفڪر جي سبقن ۽ منزلن جي ڄاڻ ۽ معلومات هوندي، اهي هن آيت جي جملي ولاتڪن من الغافلين کي چڱي طرح سمجهي سگهندا ته هي جملو پاس انفاس جي رهنمائي ڪري رهيو آهي. اڃا ان جي وڌيڪ وضاحت ڪريان ٿو ته علم تصوف ۾ سالڪ تي هڪ منزل ۽ مرحلو هي ايندو آهي. جو هو پنهنجو ساهه، اندر پيٽ ڏي ڇڪڻ ۽ ٻاهر ڪيڻ مهل يعني هر ڀيري الله جي نالي سان ساهه ڪڻندو آهي پَر قرآن حڪيم جو مقصد ذڪر لفظ مان هرويرو اهو ناهي جيڪو رواجي قسم جي تسبي باز صوفين ۽ گادي هلائيندڙ پيري فقيري جتلائيندڙن جو آهي. ولا تڪن من الغافلين مان مقصد الله جي سڀن نالن جي صفتن جي روشني ۾ ڪائنات مٿان ان جي اثرن ۽ رهنمائي طرف ڌيان ڪرڻ، غور فڪر ڪرڻ، ۽ استفادو ڪرڻ، مقصود آهي. اها آهي قرآن واري نماز. غور فرمايو وجي ته هن قرآن واري نماز ۾ حڪم آهي ته اي ٻانها تون جڏهن پنهنجي پالڻهار سان هم ڪلام ٿين. درخواست ڪرين دعا گهرين، راز ۽ نياز ڪرين، ته اهو سڀ دل ئي دل ۾ ڪر. دون الجهرمن القول يعني ٻڙڪ به ٻاهر نه نڪري، ۽ ڪنهن کي خبر به نه پوي ته تون ڪهڙي شغل ۾ آهين ۽ جڏهن چاهين بلڪ هر وقت ۽ هر گهڙي مالڪ سائينءَ سان پيو اورون اوڙ. جي صفا مصروف يا ٿڪل ۽ سست آهين ته صبح ۽ شام جو گهٽ ۾ گهٽ ٻه ڀيرا ضرور ياد ڪر. هنن هدايتن مان ثابت ٿئي ٿو ته جيڪا عبادت ۽ نماز، ظاهر ڪري ڪئي ويندي، جو ڪنهن ڏسندڙ کي ڏسڻ ۾ اچي ۽ معلوم ٿئي ته هي شخص عبادت ڪري رهيو آهي. نماز پڙهي رهيو، آهي خدا کي ياد ڪري رهيو آهي، ته اها شئي رياء ۽ نمائش ۾ شامل ٿي ويندي ۽ اها ڳالهه مٿين آيت جي روشني ۾ ته منع ڪيل آهي، ۾ سورت ماعون

جي آيت نمبر ٦ الذين هم يرآؤن يعني جيڪي ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ عبادت ڪن ٿا، ته اهڙي صورتحال شرڪ ۾ وڃي داخل ٿيندي. هاڻ سورت اعراف ۽ سورت ماعون جي مٿين آيتن مان ثابت ٿيو ته نماز يا ڪابه شخصي ۽ انفرادي عبادت، لوڪ کان لڪائي ڪبي ته اها قرآن جي حڪم مطابق چئبي ۽ اها عبادت جيڪا ڏسندڙن کي نظر ايندي ته اها رياءَ نمائش ۽ شرڪ مان شمار ڪئي ويندي. نماز جي انهيءَ تشريح تي ماڻهو سوال ڪن ٿا ته انهيءَ ۾ رڪوع سجدو قيام ۽ قعود ته ڪونه ٿيو، انهيءَ اعتراض جي جواب ۾ عرض آهي ته عبادت فرض ڪرڻ واري الله، جيڪو ڪجهه فرض ڪري ڏنو آهي ان ۾ اسان کي وڌائڻ گهٽائڻ جو ڪوبه حق ڪونهي، نه ئي وري سوال جواب جو به ڪو حق اسان کي پهچي ٿو، ڇو ته حڪيم پنهنجي مريض بابت سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو، ان جيڪا شيءِ ڏني آهي اها مريض لاءِ ڪافي ۽ شافي سمجهي پاس ڪئي آهي. جيڪڏهن مريض، ڊاڪٽر يا حڪيم جي رهنمائي ڪندو ته مون کي فلاڻي دوا به ڏي فلاڻي به ڏي. تو هي شئي ڇو ڏني آهي، هوءَ شئي ڇو ڪانه ڏني آهي، ته ان جي معنيٰ ته هو طبيب ۽ حڪيم جي علم ۽ ڄاڻ تي اعتراض ڪري ٿو ۽ اعتماد نٿو ڪري سورت مائده جي آيت نمبر ١٠١ ۾ آهي ته ياايها الذين آمنوا لاتسئلوا عن اشياء ان تبدلکم تسؤکم وان تسئلو اعنها حين ينزل القرآن تبدلکم يعني اي ايمان وارو! ڪوڙ ساريون اهڙيون ڳالهيون آهن، معاملا آهن، احڪام آهن، جو انهن جي باري ۾ اوهان ڪوجنا لاءِ سوال نه پڇو، ڇو ته جيڪڏهن اوهان پڇا ڳاڇا ڪري پٽاڙ ڪندا ۽ اسان به توهان جي سوالن جي جواب ۾ ڳالهين کي کوليندا سون (وڌائيندا سون) ته پوءِ اهي اوهان کي بريون لڳنديون، يعني ڏکيون لڳنديون ۽ خاص ڪري اهي ڳالهيون قرآن مجيد جي نازل ٿيڻ واري عرصي ۾ ته نه پڇو، ڇو ته قرآن ذريعي جواب ته ملندو پر پوءِ ان جي فرض بنجي وڃڻ ڪان پوءِ اوهان کي نڀائڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو. هن آيت مان هي به ثابت ٿيو ته قرآني احڪام سڀ وجوب ۽ فرض جي حيثيت رکن ٿا سواءِ انهن جي جن جي ڪرڻ نه ڪرڻ جي اختياري پاڻ قرآن ڏئي، پر ڇا چئجي انهن



سرمائيدارن جاگيردارن جي خاص خرچين تي پلجندڙ عالمن سڳورن لاءِ جيڪي قرآن جي حڪمن کي ته مستحب ۽ نفل بنايو ڇڏين، باقي اهل فارس جي گهڙيل قرآني حڪمن خلاف، حديثن جي احڪامن کي فرض ۽ واجب جو درجو ڏيئي ڇڏين. ان جو مثال منهنجي مضمون معاشي نظام ۾ پڙهي ڏسندا، پر ساڳيو سورت مائده جي اڳين آيت يعني ١٠٢ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته قد سالها قوم من قبلکم ثم اصبحوا بها ڪافرين. يعني اوهان کان اڳين قوم به پنهنجي پيغمبرن کان سوال جواب آڏيون پڇائون ڪيون، پوءِ انهن کي جواب ۾ به ڳالهيون وڌائي ٻڌايون ويون، پر پوءِ اهي همراهه واڌارن کي پڄي ته نه سگهيا، انهن تي عمل نه ڪري سگهيا، الٽو ڪافر بنجي ويا، يعني انهن واڌارن کي جڏهن عمل ۾ آڻي نه سگهيا ته انهن جو انڪار ڪرڻ ويهي رهيا، جنهن جي ڪري هو ڪفر جا مرتڪب ٿي پيا. انهيءَ ساڳي حقيقت کي قرآن پاڪ سورت بقره ۾ به سمجهايو آهي آيت نمبر ١٠٨ ۾ فرمان آهي ته ام تريدون ان تسئلوا رسولکم ڪماسئل موسيٰ من قبل ومن يتبدل الکفر بالايمان فقدضل سواء السبيل○ يعني ڇا اوهان جو ارادو آهي ته يهودين جيئن موسي عليه السلام کان سوال جواب ۽ آڏيون ابتيون ڳالهيون پڇيون هيون ته اوهان به انهن وانگر پنهنجي رسول کان خواهه مخواهه قسم جا سوال پڇو، ياد رکو! ۽ سمجهي ڇڏيو ته جيڪو به ايمان جي بدلي ۾ ڪفر کي وٺندو اهو گمراهه ٿي ويندو ۽ ٻيڙي پنڌ وڃي پهچندو، يعني انجام ان جو ڪافري وڃي ٿيندي. هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته رب سائين پنهنجي ڪلام پاڪ ذريعي ته هڪ حاذق حڪيم وانگر اسان کي اسان جي حيثيت ۽ حال مطابق احڪام ڏسي ٿو، جن تي ويساهه ڪري هلڻ سان ايمان وڌندو ۽ حاصل ٿيندو، پر جي اسان انهن احڪامن ۾ پنهنجي نموني پٽاڙون شامل ڪنداسون ڪرائينداسون ته اها عملي شڪل اهڙي مشڪل ٿي ويندي جو ان جو انجام وڃي ڪفر تي پهچندو. هوئن هن انفرادي ۽ شخصي نماز ۽ عبادت لاءِ سورت نساء جي آيت نمبر ١٠٣ ۾ ادائگي جي طريقه ڪار بابت قرآن پاڪ رهنمائي فرمائي آهي (هن آيت بابت هن ڪتاب جي

مضمون اقيموا الصلواة وآتوا الزكواة ۾ تفصيل پڙهندا) فاذا قضيتم الصلواه فاذكرو الله قياما وقعوداوعلي جنوبكم يعني مٿين آيت ۾ ڇاٽايل حضور ﷺ سان گڏ ميٽنگ پوري ڪرڻ کان پوءِ، الله جو ذڪر ڪيو، بيٺي ويٺي ستي هر حال ۾ ۽ سورت اعراف جي مٿي بيان ڪيل آيت ۾ وقتن جو ذڪر ٻه اچي ويو ته گهٽ ۾ گهٽ ٻه وقت صبح ۽ شام ۽ نه ته ولاتكن من الغافلين يعني تنهنجي مٿان غفلت جي ڪا گهڙي نه اچي، هر وقت تن ۾ تات انهي جي، پر ٻڙڪ نه ٻاهر ڪڄ. ڇاڻ گهرجي ته صلواة ۽ ذڪر جي لفظن کي ڪنهن ڪنهن وقت هڪ معنيٰ ۾ ساڳئي مفهوم ۽ مطلب وارو به سڏي سگهجي ٿو، سمجهي سگهجي ٿو، جيئن سورة جمعه جي آيت نمبر ۹ ۾ آهي ته اذا نودي للصلواة من يوم الجمعه فاسعوا الي ذڪر الله يعني جڏهن سڏيو وڃي جمعي ڏينهن صلوة جي اجتماع ۽ ميڙاڪي طرف ته تڪڙا وڃو الله جي ذڪر طرف، هن آيت ۾ صلوة ۽ ذڪر هڪ معنيٰ ۽ موقعي محل لاءِ استعمال ٿيل آهن. پڙهندڙن جي اطمينان قلب لاءِ ته قرآن ۾ بيان ڪيل احڪام ڪافي ۽ شافي آهن. انهن جي تفصيل لاءِ ڪنهن ٻئي علم جي محتاجيءَ جي ضرورت ڪانهي. مثال طور قران پاڪ روزي جي عبادت لاڳو فرمائي، ڪهڙا ته ان جا ڇٽا ۽ پڌرا الفاظ آهن سورة بقره جي آيت نمبر ۱۸۳ کان ۱۸۸ تائين سڀ جو سڀ مسئلا بيان فرمائي ڇڏيا آهن ايترو جو ان جو تفصيل جن به علمن ۽ ٻين ڪتابن ۾ آهي اهو انهن ڇهن آيتن کان ٻاهر يا وڌيڪ ڪونهي يعني ضروري ڄاڻ روزن بابت سموري قرآن پاڪ ڏيئي ڇڏي. وري.اهڙي نموني حج بابت به سورت بقره ۽ سورت حج جي آيتن ۾ حج جي احڪامن کي ملائي پڙهي ڏسبو ته سڀ جو سڀ مسئلا معلوم ٿي ويندا ايترو جو ڪنهن به ٻي رهنمائيءَ جي ضرورت نه پوندي وري اهڙي نموني صدقات بابت به سچي جا سچي فلاسافي، ته مصرف ڪهڙا آهن ڪير صدقو ڏيئي، ڪيترو ڏيئي، سڀ جو سڀ تفصيل قرآن حڪيم سمجهائي ڏنو آهي. ان جو تفصيل هن ڪتاب جي مضمون معاشي نظام ۾ پڙهي ڏسندا، انهن مثالن عرض ڪرڻ مان منهنجو مقصد هي آهي ته شخصي عبادت لاءِ جنهن کي اسان نماز سڏيون ٿا، ان جي رهنمائي لاءِ جملي تفصيلن لاءِ مٿي ڇاٽايل سورت اعراف جي آيت نمبر ۲۰۵ ڪافي ۽ شافي آهي ڪامل ۽ مڪمل آهي. ●

# مسجد

لفظ مسجد اسم ظرف آهي جنهن جو اصل س-ج-د آهي سجدي جي معنيٰ آهي ڪنڌ جهڪائڻ، مٿو هيٺ ڪرڻ وغيره. هونئن ڪنڌ جهڪائڻ جي معنيٰ آهي اطاعت ۽ فرمانبرداري، ماڻهو جڏهن ڪنهن جو حڪم ۽ آرڊر قبول ڪندو آهي ته پنهنجو ڪنڌ اثبات ۾ هاڪاري نموني هيٺ ڪندو آهي يا هيٺ مٿي ڪري ٻڌائيندو آهي ته مون کي اوهان جو حڪم قبول آهي، آئون توهان جي حڪم جي تابعداري قبول ڪيان ٿو، ته اثبات ۾ ڪنڌ هيٺ ڪرڻ کي عربي ٻوليءَ ۾سجدو چيو وڃي ٿو. سورت نحل جي آيت نمبر ۴۹ ۾ آهي **ولله يسجد مافي السماوات ومافي الارض من دابة والملائكة و هم لايستكبرونO** يعني الله کي زمين ۽ آسمان جي مخلوق هر چرندڙ ڦرندڙ جانور ۽ سڀ ملائڪ سجدو ڪن ٿا ۽ هو تڪبر نٿا ڪن، انهيءَ معنيٰ کي لايستڪبرون جو لفظ اڃا وڌيڪ چٽو ۽ پڌرو ڪري ٿو ته اهي الله جي حڪمن جي اطاعت ۽ تابعداري کان وڏائي ۽ تڪبر ڪونه ٿا ڪن ۽ انهيءَ کان اڳين آيت نمبر ۵۰ ۾ انهيءَ ساڳي معنيٰ کي اڃا وڌيڪ چٽو ڪري کولي سمجهايو ويو آهي ته **يخافون ربهم من فوقهم و يفعلون مايؤ مرونO** يعني انهن کي جيڪو به حڪم ڪيو وڃي ٿو اهو هو ڪري ڏيکارين ٿا. هن معنائن بيان ڪرڻ ۽ سمجهائڻ مان منهنجو مقصد هي آهي ته جڏهن سجدي لفظ جي معنيٰ ٿي الله جي حڪمن جي فرمانبرداري ۽ تابعداري ته سجدي جو جيڪو صيغو اسم ظرف وارو ٺاهيو ويندو جيئن مسجد ته ان جي لازمي معنيٰ هي ٿيندي ته اها جاءِ جنهن ۾ الله جا حڪم ۽ قانون لاڳو ڪيا وڃن، نافذ ڪيا وڃن ۽ الله جي حڪمن ۽ قانونن تي ماڻهن کان عمل ڪرايو وڃي، پابند ڪيو وڃي ۽ تابعدار بڻايو وڃي، انهيءَ معنيٰ سان مسجد جي معنيٰ

۽ مفهوم هي ٿهي ٿو تہ حڪمراني جو مرڪز ۽ هيڊ ڪواٽر، جنهن ماڳ تي الله جا قانون جاري ڪيا وڃن ۽ انهن مطابق فيصلا ڪيا وڃن، انهي معنيٰ ڪي وڏيڪ ذهن ۾ ويهارڻ لاءِ قبول ڪرڻ لاءِ سمجهڻ گهرجي تہ وقت جو حڪمران جڏهن پنهنجي دارالحڪومت، يا ڪورٽ يا سياسي هيڊ ڪواٽر ۾ ويهي فيصلا ڪندو تہ حڪومت جي سموري راڄڌانيءَ ۾ رڳي مؤمن ۽ مسلمان تہ ڪونہ هوندا، حڪومت ۾ ملڪ ۾ مسلمان غير مسلمان سڀ قسم جا ماڻهو هوندا ۽ فيصلا بہ سڀين قسم جي ماڻهن جا اچي سگهن ٿا تہ داعي مدعي فريادي جوابدار غير مسلم بہ ٿي سگهن ٿا تہ مسجد جيڪو سياسي مرڪز آهي، عدالت آهي، اتي سڀن جي روبرو سڀ ڳالهيون ٿيڻ ضروري آهن، پوءِ اتي مسجد ۾ وقت جو حڪمران جيڪو نبي ۽ رسول آهي يا ان جو خليفو آهي مسجد انهن جي ڪئپيٽل پوائنٽ آهي، ان جي سامهون فيصلي جون سڀ ڌريون مسلم غير مسلم ايندا يون، ان ڪري جيڪڏهن اسان مثال جي طور اسلامي حڪومتن جي پهرين مسجد ڪعبة الله جنهن جو نالو مسجد الحرام آهي ۽ حضور ﷺ جي انقلاب جو مرڪز پڻ آهي، جنهن کي **بلاشبهہ ام المساجد** بہ چئي سگهجي ٿو يعني مرڪزي مسجد تہ ان بابت قرآن حڪيم کان پڇي ڏسجي تہ اها صرف مؤمنن ۽ مسلمانن لاءِ آهي يا پوري انسان ذات جي ڏکن سورن ۽ اهنجن هٽائڻ لاءِ آهي. هي حقيقت بطور جملہ معترضي جي سمجهڻ گهرجي جيڪا سڀن مفسرن جي اتفاق راءِ سان مڃيل آهي تہ قرآن حڪيم ۾ جنهن هنڌ بہ ناس جو لفظ ايندو اتي ان جي معنيٰ ذات انسان ورتي ويندي ۽ صرف مسلمانن کي خطاب لاءِ **يا ايها الذين آمنوا** جو خطاب ايندو آهي جملو معترضو ختم ٿيو. هتي اهي آيتون لکيون وڃن ٿيون جن ۾ بيت الله کي ڪعبة الله کي انسان ذات جي ان ۾ اچڻ ۽ فائدن وٺڻ جو مرڪز قرار ڏنو ويو آهي. **ان اول بيت وضع للناس للذي ببكة مباركا و هدي للعالمين**O سورت آل عمران آيت ٩٦ **ولله علي الناس حج البيت من استطاع اليه سبيلا**O سورت ساڳي آيت ٩٧ **جعل الله الكعبة البيت الحرام قياما للناس** دل چوي ٿي تہ هن آيت ۾ قياما للناس جي معنيٰ عرض ڪندو هلان، اها



هيءَ آهي تہ الله عزوجل ڪعبة الله کي جيڪو بيت الحرام بہ آهي قياما للناس بڻايو آهي يعني غفلت ۾ ستل ماڻهن کي اٿارڻ وارو مرڪز غلامن ۽ ڪمزور ماڻهن کي آزادي ۽ زندگي جي حقن حاصل ڪرڻ وارو آشرم ۽ هيڊ ڪواٽر، انقلابن آڻڻ لاءِ ننڊ پيل ماڻهن کي جاڳائڻ وارو مرڪز، **والمسجد الحرام الذي جعلناه للناس سواءن العاكف فيه والباد**O سور حج آيت ٢٥ **واذن في الناس بالحج ياتوك رجالا و علي كل ضامر ياتون من كل فج عميق**O سورت حج آيت ٢٧ غور ڪرڻ گهرجي بيت الله کي سڀن مسجدن مان اوليت جو شرف حاصل آهي پوءِ جيڪي مقصد مسجد الحرام جا ٻڌايا ويا آهن اهي ئي غرض، مول متا سڀن مسجدن جا مقرر ڪرڻ گهرجن. تصور ڪرڻ گهرجن. امام انقلاب عبيدالله سنڌي پنهنجي تفسير ۾ مشرڪ ۽ ڪافر جي معنيٰ ڪئي آهي انقلاب دشمن ۽ جهاد جي معنيٰ ڪئي آهي انقلاب آڻڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ لڙڻ ۽ وڙهڻ، انهيءَ معنيٰ جي روشنيءَ ۾ سورت توبہ جي آيت نمبر ١٧ **ماكان للمشركين ان يعمروا مساجد الله شاهدين علي انفسهم بالكفر**O يعني مشرڪن ۽ ڪافرن کي الله جي مسجدن جي اڏڻ جي ڪابہ اجازت ڪانهي ڪوبہ حق ڪونهي، اڃا انهيءَ ڪان بہ وڌيڪ ان آيت جو هي معنيٰ مطلب بہ آهي تہ انقلابي حڪومت ۾ انقلاب دشمن کي ڪوبہ عهدو نہ ڏنو وڃي، اهو معنيٰ مطلب هن طرح سمجهڻ گهرجي تہ اڄ ملٽي نيشنل ڪمپنيون ورلڊ بئنڪ ۽ ڪئپيٽلسٽ حڪومتون سڄي دنيا جي ملڪن، قومن ۽ رياستن مٿان وڏي دوربيني لڳايو ويٺيون آهن تہ انهن ۾ ڪٿي بہ ڪوبہ مساوي معاشي نظام جو نعرو نہ هڻي، ڪوبہ سوشلزم جي ڳالهہ نہ ڪري، ڪوبہ سرمايہ داريت جو نظرياتي مخالف ٽولو، گروهہ ڪٿي بہ حڪمران نہ ٿئي، قرآن حڪيم بہ بيعنہ ساڳي انداز سان ڳالهہ ڪري ٿو تہ **وان المساجدلله فلاتدعوا مع الله احداً** سورت جن آيت ١٨ يعني اوهان جي انقلاب جا مرڪز (مسجدون) الله جي لاءِ آهن جن جي معنيٰ هيءَ آهي تہ الله جي مخلوق کي اتاهون عدل انصاف ملي ٿو، ان ڪري انهن مرڪزن تان، خلاف عدل ۽ انصاف دشمن، قانونن هلائڻ وارن، انقلاب

دشمن کي پري رکو، ڪو به عهدو نه ڏيو، ويجهو اچڻ به نه ڏيون، انهن بابت پڌي ڇڏيو ته **يا ايها الذين آمنوا انما المشرکون نجس فلا يقربوا المسجد الحرام بعد عامهم هذا وان خفتم عيلة فسوف يغنيکم الله من فضله ان شاء ان الله عليم حکيمO** يعني اي مؤمنو! بيشڪ مشرڪ (انقلاب دشمن جاگيردار ۽ سرمائيدار) پليت آهن انهن کي مسجد الحرام جيڪو اوهان جو جي. ايڇ. ڪيو آهي ان جي ويجهو اچڻ ئي نه ڏيو اهو حڪم ان آيت جي نازل ٿيڻ کان وٺي لاڳو سمجهيو وڃي ۽ جيڪڏهن اوهان ڊڄو ٿا ته (آءِ ايم ايف يا ورلڊ ٽريڊ آرگنائيزيشن يا انهن جي دلالن سان بائيڪاٽ جي ڪري) سڃا ۽ پينگيا ٿي ويندا سون ته ڪو به ڪتڪو نه ڪيو، الله پنهنجي مهرباني سان انهن کان اوهان کي بيپرواهه بنائي ڇڏيندو، اهو به تڏهن جڏهن اوهان خدا جي رضا ۽ مشيت موافق عمل ڪري ڏيکاريندو، پر جي صرف اقتدار وٺڻ لاءِ سوشلزم جا ڪوڙا نعرا هڻندو ته پوءِ الله به عليم ۽ حڪيم آهي ان کي سڀ خبر پوي ٿي ۽ چاڻڻ گهرجي ته هن آيت واري اعلان ته مسجد الحرام ۾ هن سال کان پوءِ ڪو به مشرڪ داخل نه ٿئي، امام سنڌيءَ واري معنيٰ ته مشرڪ معنيٰ انقلاب دشمن، ان ۾ ڪوڙ مسلمان سڏائيندڙ به اچي ويندا، پوءِ انهن کي به انقلابي مرڪزن ۾ ڪو عهدو ڏيڻو ناهي، ماکان للمشرکين ان يعمروا مساجد الله جي معنيٰ ته مشرڪ مسجدن جي تعمير ۾ بهرو نه وٺن. مسجدن جي تعمير جي معنيٰ آهي عدل انصاف ۽ برابري وارو نظام ربوبيت هلائڻ وارا عهدا، جن مسجدن ۽ انقلابي مرڪزن ۽ عدالتن مان ظلم وارا فيصلا ڪيا ويندا ته اهي عدالتون ۽ حڪومتون ويران ٿي ونديون، انهن خلاف ظلم جي فيصلن سبب ڪڏهن ته عوام اٿندو ۽ بغاوت ڪندو، ان ڪري مسجدون اوهان لاءِ انقلاب جي مرڪز طور اوهان جا هيڊ ڪوارٽر آهن. ان ڪري انهن جي اڏاوت ۽ تعمير ٿيندي ئي حق وارن فيصلن ڪرڻ سان ۽ اهڙا فيصلا اهي ماڻهو ڪندا جن اوهان جي انقلاب کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ مرڻ تائين جي بيعت ڪئي هجي، **ماکان للمشرکين ان يعمروا مساجد الله** (١٧=٩) جي معنيٰ هاڻ چڱي طرح کلي وئي ته مشرڪ ۽



ڪافر اوهان جا نظرياتي دشمن آهن، هو انقلاب دشمن آهن ان ڪري انهن مان ڪا به اميد نه رکو ته هو اوهان جي مسجدن يعني انقلابي عدالتن جن ۾ **ان الله يا مربا لعدل والاحسان وايتاء ذي القربي وينهي عن الفحشاء والمنکرO** يعني برابري ۽ هڪ جيترائي جي بنياد تي ماڻهن ۾ (نظام ربوبيت) قائم ڪرڻ واري الله جي آرڊر تي عمل ڪيو ۽ ماڻهن کي احسان طور به انهن جون بنيادي ضرورتون پوريون ڪري ڏيڻ ۽ ويجهڙائي وارن ضرورتمندن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ ۽ برائي بدڪاري وارين ڳالهين کان ماڻهن کي روڪڻ وارين ڳالهين تي عمل ڪرائيندا، هو ته چاهيندا ته توهان جو انقلاب ناڪام وڃي، سو جيڪڏهن اوهان پنهنجي مسجدن ۾ انهن کي ويجهو اچڻ ڏنو يعني انتظامي ۽ عدالتي عهدا ڏنا ۽ نظرياتي واڳون انهن جي حوالي ڪندئو ته هو اوهان جو نصاب ئي بگاڙي ڇڏيندا، هو اوهان جي انقلابي ڪتاب قرآن مجيد جون معنائون ڦيرائي ڇڏيندا ۽ اڳين نبين جي امتن وانگر اوهان جي مسجدن کي به رهبانيت جي مڙهي ٺاهي ڇڏيندا، ايترو جو مسجدن ۾ ماڻهن جي بنيادي سياسي سماجي اقتصادي حقن تي به ڳالهائڻ مٿان بندشون وجهي ڇڏيندا، پوءِ جيڪي مسجدون الله جون سڏجن ٿيون اهي ڦري سيٺ قسم جي متولين جون ٿي ونديون ۽ محرابن تي بورڊ لڳي ويندا ته هتي ڪو به شخص سياسي تقرير نه ڪري ۽ هي به ته ڪو به شخص متولي جي اجازت کان سواءِ تقرير نه ڪري ۽ اسان مسلمانن قرآن جي مٿين حڪم ته مشرڪن کي مسجدن جي ويجهو اچڻ نه ڏيو، تي عمل نه ڪيو پوءِ انقلاب دشمن اسان جي مسجدن تي قبضو ڪري، اتاهون غلط فلسفا ۽ غلط فيصلا عام ڪرائي ڇڏيا، جيڪي اڄ تائين جاري آهن. اڄ مسجدون رهبانيت جو مرڪز بنجي ويون آهن، اتاهون ترڪ دنيا جا واعظ عام سيکاريا پيا وڃن، آخرت جي تياريءَ لاءِ ماڻهن کي دنيا ۾ سونهن سينگار کان روڪي مسجدون اڻ ڪتريل ماڻهن سان ڀري ڇڏيون اٿن، جيڪي مسجدون ڪالهه دنيا جي حڪمراني جي مرڪز طور ڪم ايندڙيون هيون، انهن ۾ هاڻي ڪوڙين حديثن ذريعي ماڻهن کي ڊيڄاريو ۽ روڪيو پيو وڃي ته

مسجدن ۾ دنيا جون ڳالهيون نه ڪيون وڃن، جڏهن ته حضور ﷺ جن مسجد ۾ ڪورٽ به هلائيندا هئا، ڏوهارين کي سزا به مسجد ۾ ڏني ويندي هئي، غير ملڪين ۽ غير مسلمانن جا وفد به ساڻن مسجد نبويءَ ۾ ملندا هئا. يعني مسجدون مڪمل طور آفيس جي طور ڪتب اينديون هيون، ان ڪري رب پاڪ حڪم ڏنو ته **يا بني آدم خذوا زينتكم عند كل مسجد وكلو واشربوا ولاتسرفوا انه لايحب المسرفين** (اعراف آيت ٣١) يعني اي اولاد آدم جڏهن به ۽ جنهن به مسجد ۾ وڃو ته زيب زينت سان وڃو ۽ سونهن سينگار سان وڃو، ڪائڻ پيئڻ تي به ڪائي بندش ڪانهي انهن سين ڳالهين ۾ صرف هڪڙي ڳالهه جو خيال رکڻو آهي ته انهن تي صرف اجايا خرچ نه ڪيا وڃن، جو مالڪ سائين کي اسراف پسند ڪونهي. غور ڪيو وڃي ته هن آيت ۾ رب پاڪ يا بني آدم جي لفظن سان خطاب ڪيو آهي ته مسجدن ۾ وڃڻ مهل زيب زينت سان وڃو، اهي مرڪز صرف مسلمانن لاءِ هجن ها ته يا ايهاالذين آمنوا جي لفظن سان اهو حڪم ڏنو وڃي ها، ته مسجدن جو غرض ۽ غايت رفاهه عام جون آفيسون آهن. هن آيت کان پوءِ آيتون اڳي حڪم آهن ته **قل امر ربي بالقسط واقيموا وجوهكم عندكل مسجد وادعوه مخلصين له الدين**○ يعني مون کي رب پاڪ حڪم فرمايو آهي ته فيصلا انصاف سان ڪيان يعني مسجدن مان جڏهن عدل انصاف وارا احڪام ۽ فيصلا جاري ٿين ته توهان پبلڪ جو به فرض آهي ته **اقيموا وجوهكم عندكل مسجد** يعني حڪومتي ادارن جي فيصلن جي اطاعت ڪيو، **اقيموا وجوهكم** معنيٰ تابعداري ۽ فرمانبرداري ڪرڻ آهي سورت بقره جي آيت نمبر ١۴۴ ۾ آهي **قد نريٰ تقلب وجهك في السماء فلنولينك قبلة ترضاها فول وجهك شطر المسجد الحرام وحيث ماكنتم فولوا وجوهكم شطره**○ يعني اي پيغمبر اسان تنهنجي پريشاني کي محسوس ڪيون پيا جيڪو تون آسماني آرڊر، ان لا پاس ڪرائڻ چاهين ٿو ته توکي پنهنجي انقلاب ۽ تحريڪ لاءِ انٽرنيشنل مرڪز ۽ هيڊ ڪوارٽر گهرجي، ڇو ته يهودين ۽ عيسائين پنهنجي گرجائن ۽ بيت المقدس کي گروهي ۽ پنهنجي مخصوص فرقن جو محدود



قبلو بنائي ڇڏيو آهي، جڏهن ته تنهنجو منصب ۽ عهدو **يا ايها الناس اني رسول الله اليكم جميعا** يعني ذات انسان طرف تنهنجي رسالت آهي ته مرڪز ۽ قبلو به ايڏو وسيع ۽ ذات انسانن وارو، تنهنجي پسند ۽ مرضي وارو ڏيون ٿا، پوءِ هميشه ان جي مرڪزيت کي سامهون رکجانءِ ۽ تنهنجا پوئلڳ جتي به هجن انهن لاءِ به حڪم آهي ته مسجد الحرام جي مرڪزيت کي پنهنجو هيڊ ڪوارٽر سمجهن. قبلي جي معنيٰ سياسي آفيس ۽ هيڊ ڪوارٽر آهي، ان جو ثبوت ۽ دليل هي آهي ته جڏهن فرعوني گورنمنٽ بني اسرائيل جي سياسي هلچل ۽ پنهنجي آزادي وٺڻ کان پوءِ قومي حڪومت ٺاهڻ واري تحريڪ تي ڪڙي نگراني ڪئي پئي ۽ مصر جي ميدانن پارڪن چؤنڪن تي ميڙاڪا ڪرڻ تي بندشون وڌيون. ١۴۴ ۽ ڪرفيو لاڳو ڪيا ته الله سائين موسيٰ عليه السلام جي معرفت بني اسرائيلين کي سمجهايو **واوحينا الي موسيٰ واخيه ان تبوئا قومكما بمصر بيوتا واجعلوا بيوتكم قبله واقيموا الصلواة وبشر المؤمنين** (سورت يونس ٨٧) يعني پنهنجي قوم وارن کي حڪم ڪيو ته هو پنهنجي گهرن ۾ پنهنجا ٺڪاڻا ٺاهين ۽ گهرن کي قبلو بنائين معنيٰ سياسي جدوجهد جو مرڪز ۽ هيڊ ڪوارٽر ٺاهين ۽ (پنهنجي تنظيم ۽ پارٽي جي اصولن جي) تابعداري ڪن ۽ انهن تي قائم رهن، جيڪي ايئن ڪندا ته پوءِ اي پيغمبر انهن کي ڪاميابي جي خوشخبري ڏي هن آيت ۾ سياسي هيڊ ڪوارٽر ۽ آفيس کي قرآن پاڪ قبلي جي لفظ سان تعبير ڪيو آهي، مٿي جيڪا آيت انما يعمر مساجد الله من آمن بالله يعني مسجدون اهي ماڻهو اڏيندا جن جو الله تي ايمان هجي، ايمان هجي معنيٰ الله جي قانونن کي لاڳو ڪندڙ هجن ۽ ان کان پهرين آيت ۾ آهي ته مشرڪن کي اجازت ناهي ته هو مسجدن جي تعمير ڪن، ان جي معنيٰ مٿي ٿي چڪي آهي ته انقلاب دشمن کي عدالتي عهدو، حڪومت جو سياسي عهدو نه ڏنو ويندو، اها معنيٰ ڪانهي ته مسجد جي اڏاوت ۾ سرن سيمينٽ بجري لوهه لاءِ چندو ڪونه ورتو ويندو، مون مسجد جي جيڪا تشريح قرآن پاڪ جي حوالن سان بيان ڪئي آهي، اها ته حڪومت جي ٺهراٺي آهي اهو ڪم گورنمنٽ جو آهي باقي اڄڪلهه

مسجدن جو ٺهرائڻ ته ڪاروبار ٿي پيو آهي، رحيم يار خان جا ڪاري رنگ جا ميراثي، جيڪي هر قسم جا فعلگير به آهن، انهن روڊن جي ڪنارن، اسٽيشنن، تي مسجدن ٺاهڻ جو بزنس شروع ڪري ڏنو آهي، جو لارين ۽ ريلن ۾ چندا ٿا وٺن ۽ مسجد کي پنڻ جو پيالو بنائي ڇڏيو اٿن. منهنجي روبرو ڪنهن سرنديءَ واري هڪ مولوي صاحب کان پڇيو ته سائين مون وٽ وياج جا پئسا آهن، اهي مسجد ۾ ڏيئي سگهان ٿو؟ جواب ۾ مولوي صاحب فرمايو هائو ڏيئي ڇڏيو. اسين مسجد جا ليٽرين ٺهرائينداسون. پر حقيقت اها آهي ته اهو جواب مڙوئي جواب هيو، مولوي صاحب کي ته هر قسم جا پئسا پيا گهرجن. ليٽرين ٺهيل هوندا ته به ليٽرين جي نالي تي وياج جا پئسا وصول ڪيا، پر حقيقت هي آهي ته سچ پچ ۾ جيڪڏهن ليٽرين تي خرچ ڪجن تڏهن به حرام جو پئسو حرام ئي رهندو. ڇا جيڪڏهن مولوي صاحب کي قبضي ٿي پوي ته هو حرام جي پئسي مان قبضي جي دوا وٺي سگهندو؟ انهيءَ دليل سان ته ڪاڪوس ڪڍڻ تي اهو پئسو خرچ ٿئي ٿو.

## ڇا قانون سازيءَ لاءِ حديث جي علم کي ماخذ ۽ بنياد تسليم ڪري سگهجي ٿو؟

ڄاڻڻ گهرجي ته رب پاڪ انسانن جي هدايت لاءِ پنهنجي طرفان وحي جي ذريعي رهنمائي ڪئي ۽ اها وحي واري تعليم رسولن ۽ نبين معرفت پهچايائين ته هدايت جو جملي نصاب، ڪورس، سليبس وحي واري تعليم ئي ٿيو جنهن لاءِ خود رسول پاڪ کان اعلان ڪرايائين ته انما انا بشر مثلڪم يوحيٰ الي يعني اي انسانو! آئون اوهان جهڙو ئي انسان آهيان، توهان ۽ مون ۾ فرق صرف هي آهي ته منهنجي طرف وحي ڪيو ٿو وڃي، ته هن اعلان ۽ فرمان ربي مان سمجهڻ ۽ ڄاڻڻ گهرجي ته رسول ڪريمن کان بعد انسانن جي هدايت ۽ رهنمائي اڳتي سدائين لاءِ هميشه لاءِ وحي واري تعليم سان ئي جاري رکي ويندي، ان آيت ۾ غور ڪرڻ جي ضرورت آهي رسول سائين کان چوايو ويو آهي ته انما انابشر مثلڪم يعني توهان ۽ آئون انسان هجڻ ۾ ساڳيا آهيون، هاڻي جو انقلاب آئون آڻڻ گهران پيو ان جي جملي رهنمائي وحي واري علم ۾ آهي، اهو انقلاب سڀ وحي جي هدايتن ۾ آهي. اڳتي جو به ڪوئي شخص جڏهن به ۽ جتي به اهڙو انقلاب آڻڻ جي ڪوشش ڪندو ته هيءَ منهنجي طرف وحي ڪيل تعليم ان کي اهڙي ئي رزلٽ ڏيندي جيتري هاڻي اسان کي ڏئي رهي آهي، هت پڙهندڙن جو ڌيان آئون خاص ڪري هن ڳالهه جي طرف ڇڪڻ گهران ٿو ته انقلاب دشمنن ۽ رهبانيت، جاگيردارن ۽ سرمائيدارن جي فڪري نمائندن به وحي واري تعليم جي اهميت کي اوترو ئي اثرائتو مڃي ورتو ۽ سمجهيو جيترو خود قرآن پاڪ پاڻ ٻڌائي آهي ته پوءِ انهن اڳتي هر دور لاءِ انساني اصلاح واري انقلابن کي سبوتاج ڪرڻ لاءِ پراپگنڊا جو زور به هن ڳالهه تي ڏنو ته قرآن هڪ مبهم ڪتاب آهي، وحي جي تعليم اجمالي آهي، ان ڪري انهن قرآن جي علم ۽ هدايتن جي توڙ لاءِ رسول جي فرمانن ۽ حديثن جي

علم جي بهاني جيڪو صديون پوءِ قرآن جي تعبير، تشريح ۽ تفصيل جي نالي سان ايجاد ڪيو، ان کي جاري ڪيائون ۽ مدون ڪري، ميدان تي آندائون ۽ ان سان گڏ هي به مشهور ڪيو ته رسول ڪريم ۽ ان جي ساٿين جيڪي انقلاب آندا يعني مڪي ۽ حجاز جي سردارن کي مارائي ٽرائيبل ازم جو خاتمو آڻڻ، قيصر ۽ ڪسريٰ جون بادشاهتون ختم ڪري اتي اتي عوامي راڄڌانيون قائم ڪرڻ، اهي ڪارناما انهن جي مافوق الفطرت شخصيتن جو ڪمال هو، ايڏا ڪارناما جهڙن تهڙن ماڻهن ۽ اسان جهڙن جي ڪرڻ کان مٿي آهن، مشڪل آهن، پوءِ نام نهاد اشرافيه جي ايجنٽ دانشورن جي باقيات قرآن کي صرف ثوابن ۽ مئلن کي ختمن پهچائڻ وارو ڪتاب بنائي ڇڏيو ۽ حديثن سان مسلمان کي پنج وقت نمازن کان به وڌائي نيرن کان اڳ ۾ اشراق جي نماز نيرن کان پوءِ ضحيٰ جي نماز ۽ اڌ رات کان پوءِ پوئين پهر تائين تهجد جي نمازن ۾ قابو ڪري، دنيا وارن جي نظم نسق، ماڻهن جي فلاح ۽ جياپي جي حاجتن کان ڇني تياڳ واري زندگيءَ جو قيدي بنائي ڇڏيو، جنهن بابت علامه اقبال پنهنجي ڪتاب ارمغان حجاز ۾ تمثيلي نموني سمجهائڻ لاءِ شيطان جو پنهنجي چاڙتن سان مجلس شوريٰ ۾ ڪارڪنن جي رپورٽن جي جواب ۾ هدايت ۽ قرآن واري سرگرم زندگيءَ کان ماڻهن کي ڇني حجرن اندر مراقبن واري حياتيءَ ۾ بند رکڻ لاءِ فرمان ڏنائيو آهي ته مست رکهو ذکر و فکر صبح گاهي مين انهين پخته تر ڪردو مزاج خانقاهي مين انهين، يعني ماڻهن کي ربنا آتنا في الدنيا حسنة، دنيا کي جنت بنائي ان ۾ رهڻ کان هٽ ڪٽائي آخرت واري جهان لاءِ خانقاهن ۾ وظيفن ۽ چلن جي مراقبن اندر تسبين تي مالهائن تي ذکر جي نالي سان هوڪرا ڪرايو ۽ وجد ۾ آڻي الله الله جي سرتار تي رقص ڪرائي ڪرائي حال کان بي حال بنايون پوءِ پل ته پويان انهن جي گهر جا ٻچا ٻار مايون اتي لپ به ٻاڙي وارن کان پنندا وتن، قرآن جي تعليم جنهن قاتلوا ائمة الکفر انهم لا ايمان لهم جي حکم سان انقلاب دشمنن جي اڳواڻن ۽ ليڊرن کي قتل ڪرڻ جو حکم ڏنو ته اهي وڏا بي ايمان آهن ته پهريائين سردارن کي مارڻ پر حديثن واري اسلام



قرآن جي تشريح ۽ تفصيل جي بهاني فڪرن ۽ نظرين کي اهڙو ته موڙ ڏنو جو سيڪاريائون ته وڏو ڪافر ماڻهوءَ جو نفس آهي سو افضل جهاد اهو آهي ته پهريائين پنهنجو نفس مارجي، جڏهن ته حديثن جي اهڙي تعليم خلاف قرآن حڪيم نفس کي مارڻ واري نظريي ۽ فڪر جي خلاف سورت شمس جي آيت نمبر ٩ ۾ سمجهايو ته قد افلح من زکاها، يعني اهوئي ماڻهو ڪامياب ٿيو جنهن جنهن پنهنجي نفس کي سٺي نموني پاليو هوندو نشونما ڪري سٺي تربيت ڏني هوندي پر هت حديثن معرفت مسلط ڪيل خانقاهي تعليم ۾ هي سيکاريو ٿو وڃي ته نفس انسان جو وڏو دشمن آهي ان کي سزا ڏيو، ماريو ۽ بڇڙو ڪيوس، ۽ اهڙن اڻ ڪنٽريل مٿيءَ ۾ پيوت ۽ چرين لاءِ حديثون مشهور ڪيون اٿن ته رب اشعث اغبرلواقسم علي الله لابره يعني ڪيترا چندن وڪريل ۽ مٽيءَ سان پريل جي الله لاءِ قسم کڻي وهن ته توکي هيئن ڪرڻو آهي ته الله ضرور انهن جي ڳالهه پوري ڪندو ۽ هيءَ حديث ته اهل جنة بله بهشت ۾ بيوقوف ماڻهو ويندا، انهن حديثن ماڻهن کان گهر ٻچا ٻار ڇڏائي ڇڏيا آهن ۽ اهي وتن ٿا نفس کي مارڻ لاءِ پاڻ کي مشقتن ۽ جنجالن ۾ ڇچلائيندا، جڏهن ته قرآن حڪيم ساڳي سورت جي اڳلي آيت نمبر ١٠ ۾ فرمايو آهي ته وقد خاب من دساها، يعني بڇڙو ٿيو اهو ماڻهو خائب خاسر ۽ ذليل ٿيو اهو ماڻهو جنهن پنهنجي نفس کي مٽيءَ ۾ ملائي گم ڪري ڇڏيو، بهرحال هي مضمون آئون پنهنجي ذاتي لائبريريءَ کان پري سفر ۾ لکي رهيو آهيان جو ڪالهه ممتاز مرزا آڊيٽوريم هال حيدرآباد ۾ مون کي ڪنهن شخص جيڪو شڪل ۽ صورت ۾ خانقاهي نمائندو پئي لڳو اهو مليو اتي فنڪشن دوران مون کي فرمايائين ته اوهان حجيت حديث تي ڇنڻ جلدن ۾ نئون ڪتاب آيو آهي اهو پڙهو ۽ اوهان پنهنجي فڪر تي ڪتابن جو سلسلو جاري ڪري ٽڪڙ ڪئي آهي يعني اڳ ۾ انهن جي حجيت حديث واري موقف کي پڙهان، سو آئون اها نصيحت ڪندڙ مهربان بزرگ ۽ سڀني مسلمانن غير مسلمانن کي عرض ڪيان ٿو ته قرآن بابت پهريائين قرآن کي پڙهو، قرآن کان پڇو ته ڦو چاهي، هو ڇا ٿو گهري، هو ڇا ٿو

ڪرڻ چاهي، پوءِ دنيا جي ٻين نقادن کي پل ملو ته اهي قرآن لاءِ کهڙيون ڳالهيون ٿا ڪن، سو آئون عزيز الله قرآن سان مليو آهيان، ۽ آئون پنهنجي قرآن سان ملاقات جو تمام ٿورو ۽ مختصر احوال پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض رکان ٿو، مون قرآن حڪيمَ کان مٿي نصيحت ڪندڙ جي هدايت ۽ رهنمائيءَ کي سامهون رکندي جيڪا معلوم ڪئي اها هيءَ آهي ته قرآن حڪيم فرمائي ٿو ته ان الحڪم الالله (٥٧-٦) (٤٠-١٢) يعني آرڊر ۽ حڪم صرف الله جو هلندو، قانون ۽ قانون سازي جو حق ٻئي ڪنهن به علم کي ڪونهي، مرڪزي رهنما قرآن آهي جنهن لاءِ فرمايائين ته ولايشرڪ في حڪمه احدا. ٢٦-١٨ يعني منهنجي آرڊرن ۽ قانوني احڪامن ۾ مون سان ڪو به شريڪ ۽ ڀائيوار ڪونهي، اڳتي سوال پئي پيدا ٿيو ته اسان جو الله سان ڪو روبرو ملڻ جو ذريعو ته ڪونهي پوءِ معاملن ۽ مونجهارن جو حل ۽ تفصيل ڪنهن وٽان معلوم ڪيون ته جواب ۾ قرآن حڪيم فرمايو ته افغير الله ابتغي حڪما وهوالذي انزل اليڪم الڪتاب مفصلا ١١٤-٦ يعني آئون الله کي ڇڏي ٻين کي پنهنجو امين، جج، قانون جو تسليم ڪيان، جڏهن ته ان توهان ماڻهن طرف اهڙو ته ڪتاب قرآن نازل ڪيو آهي جيڪو تمام ڪليل تفصيل وارو آهي، ان کي ڪنهن ٻئي شرح ڪرڻ واري جي ڪابه ضرورت ڪانهي ايترو جو خود رسول الله کي به حڪم ڪيو ويو ته لاتحرڪ به لسانڪ لتعجل به، ان علينا جمعه، وقرآنه، فاذا قرئناه فاتبع قرانه ثم ان علينا بيانه ١٩-١٨-١٧-١٦-١٥ يعني اي پيغمبر توکي هنن ڳالهين لاءِ چپ چورڻ جي به ضرورت ڪانهي جو اها به تڪڙ ڇٽبي، اهي سڀ معاملا اسان پنهنجي ذمي ڪٿون ٿا، اهو بندوبست سڀ اسان پاڻ ڪنداسون يعني قرآن حڪيم جي جمع ۽ ترتيب اسان پنهنجي ذمي ڪٿون ٿا ۽ قرآن جي پڙهڻي يعني ڍنگ ۽ ادائگي، انداز قرائت به اسان توکي ڏسينداسون پوءِ تون ان مثل پڙهجانءِ ۽ ٻيو ته چا پر ثم ان علينا بيانه يعني قرآن جو تفسير، تعبير، تفصيل بيان القرآن به اسان پنهنجي ذمي ڪٿون ٿا ايترو جو اي محمد وڏيڪ توکي چپ چورڻ جي به حاجت نه رهندي، قرآن حڪيم لاءِ اهي



ايڏا وڏا انتظام، گارنٽيون، شوئر ٿيون جڏهن خانقاهي دنيا ۽ سرمائيدار شاهي وارن ڏٺيون ته انهن دانشورن جي ميڙ مان ڪنهن ڪان هي حيلو ايجاد ڪرايو ته چو نه حديث کي به وحي جو درجو ڏيارجي چو ته قرآن ته وحي واري تعليم کان سواءِ ڪنهن ٻي تعليم کي سامهون بيهڻ ئي نٿو ڏئي ۽ ڏڪ ئي هڪڙو ٿو هڻي ته اتبعوا ما انزل اليڪم ولاتتبعوا من دونه اولياء (٣-٧) يعني تابعداري ڪيو صرف ان علم ۽ ڪتاب جي جيڪو نازل ڪيو ويو آهي توهان جي طرف ۽ ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به پنهنجو دوست تسليم نه ڪيو، سو قدس سره واري ٽيم کي امام شافعي صاحب حيلو ڪيدي ڏنو ته حديث کي وحي غير متلو ڪري ڪوٺيو وڃي، يعني قرآن کان ٻاهريون اهو وحي وارو علم جنهن جي تلاوت نه ٿيندي هجي، پر قرآن به آخر ته الله جو ڪلام اهي ان کي اڳتي ٿيندڙ فارجرين جي به ڄاڻ آهي سو اهڙو رد ۽ جواب رب پاڪ قرآن حڪيم ۾ اڳيئي اعلان ڪرائي ڇڏيو ته اي پيغمبر تون ماڻهن ۾ اعلان ڪري ڇڏ ته واوحي الي هذا القرآن (١٩-٦) يعني منهنجي طرف صرف هي قرآن وحي ڪيو ويو آهي، ڄاڻڻ گهرجي ته هذا القرآن جو اشارو محسوس مبصر لاءِ آهي، يعني ان دور نبوي ۾ قرآن حڪيم کي سامهون ڄاڻائيندي فرمايو ويو ته منهنجي طرف صرف هي ڪتاب وحي ڪيو ويو آهي، ته هاڻ هن فرمان ربي کان پوءِ ڳالهه صاف ٿي وئي ته وحي قرآن کان ٻاهر ڪونهي، پر ملاڻڪي تاويل ته وحي به قسم ٿيندو آهي هڪ اهو جو تلاوت ڪيو وڃي ٻيو اهو جو جنهن جي تلاوت نه ڪئي وڃي ته قرآن حڪيم اهڙن علمي هيراڦيرين وارن چڪر باز ماڻهن جي منهن کي ليپو ڏيڻ لاءِ فرمايو ته ڪذالڪ ارسلناڪ في امة قد خلت من قبلها امم لتتلوعليهم الذي اوحينا اليڪ وهم يڪفرون بالرحمان (٣٠-١٣) غور فرمايو وڃي ته هن فرمان ربي ۾ ڪيڏي ته وڏي ڳالهه ڪئي وئي آهي ته اي محمد! تنهنجي رسالت جو ذمو هي به آهي ته جيڪو ڪلام اسان تنهنجي طرف وحي ڪيو آهي تون ان جي تلاوت ڪر ماڻهن اڳيان هن آيت هي معاملو صاف ڪري ڇڏيو ته جو ڪلام وحي ڪيو وڃي ۽ ان جي تلاوت ماڻهن سامهون نه ٿئي ته حڻ

رسالت جي ذميداري ۾ فرق اچي ويندو ڊيوٽيءَ ۾ خلل پئجي ويندو سو يقين سان ڄاڻڻ گهرجي ته جيڪي به ڪلام رسول سائينءَ طرف وحي ڪيو ويو آهي اهو متلو آهي ان جي تلاوت ڪئي وئي آهي، ائين ٿي نٿو سگهي ته وحي هجي ۽ رسول ان جي تلاوت نه ڪري، انهيءَ ڳالهه ڪي هي آيت قبول ئي نه ٿي ڪري، چو ته واتل ما اوحي اليڪ من ڪتاب ربڪ لامبدل لڪلماته ٢٧-١٨ يعني اي رسول! ڪتاب الله مان تلاوت اهڙي جو تلاوت ۾ لامبدل لڪلماته يعني وحي وارا ڪلما انهن ۾ ڪابه متاستا ڦيرڦار نه ٿيڻ گهرجي، جيڪڏهن وحي جي ڪلمن ۾ تلاوت ڪان ڪي رهجي ويا يا ڪي ڪلما غير تلاوت جي ڪئٽيگريءَ ۾ اچي ويا ته پوءِ ياد رکي ڇڏ ته فلن تجد من دونه ملتحدا، يعني الله ڪان سواءِ پوءِ ڪا ٻي واهه به ڪانه ملندئي ۽ ٻي ڪابه جاءِ پناه ڪانه هٿ ايندئي، ته هاڻي غور فرمايو ته جن ماڻهن وحي جا قسم ناهي قرآن ڪان جند ڇڏائڻ جا حيلا ڪيا آهن ته انهن پنيان جڏهن ڪان مسلمان هلن پيا تڏهانڪر تاريخ ٻڌائي ٿي ته مسلمانن ڪي آهن به روهه رلا ۽ مٽي وارا ڪلا، قرآن حڪيم جيڪو مسلمانن سان وعدو ڪيو هو ته انتم الاعلون ان ڪنتم مؤمنين اوهان ئي بلند بالا ٿيندو جيڪڏهن اوهان ايمان وارا هوندئو ته هاڻي اڄڪلهه اعليٰ مرتبو ۽ بلندي ته يهودين نصارن ۽ غير مسلمانن ڪي حاصل آهي، مسلمان جيڪڏهن ڪو هٿيار به ڪٿي ناهن ٿا ته ان جي لڪائڻ لاءِ به وٽن طاقت ڪانهي سو پڪ سان دنيا ۾ بلندي ڪان محروميءَ جو سبب قرآن مٿان ايمان نه هجڻ آهي، مسلمانن جا پير، مولوي، سرمائيدار، جاگيردار جيڪي حديثن جي آڙ ۾ يڪنزون الذهب والفضه يعني سون چانديءَ جا ڍير لڪايو ويٺا آهن. ولاينفقون هافي سبيل الله، حاجتمندن ۾ خرچ به نٿا ڪن، اهي اها دولت اڄ ته ساهه سان سانڍين پيا پر قرآن پاڪ فرمائي ٿو يوم يحمي عليها في نارجهنم فتڪوي بهاجبا ههم وجنوبهم وظهورهم، انهن ڪي اهي سون چاندي تپائي انهيءَ سان سندن پيشاني، پاسراٽيون ۽ پٺا ڏنپيا ويندا پر اهي ماڻهو دولت جي هوس ۾ قرآن جي مقابلي ۾ حديث جي هٿ گهڙيي علم ڪي قضا ۽ عدالت جو قبضو ڏيارڻ گهرن ٿا هن ڪري ته قرآن چوي



ٿو ته ليس للانسان الاماسعي يعني انسان لاءِ ايتروئي حصو آهي جيترو هو پورهيو ڪري ۽ پورهيي جي آمدنيءَ ۾ به قرآن فرمائي ٿو سواءً للسائلين برابريءَ تي عمل ڪرڻو آهي ايترو جو فما الذين فضلوا برادي رزقهم علي ما ملڪت ايمانهم جن ڪي ماتحتن ڪان وڌيڪ حصو ملي ويو آهي ته اهي اها واڌي موٽائي ڏين پنهنجي اسٽاف وارن ڪي ته هاڻي هن قرآن مان جند ڇڏائڻ لاءِ حديثن جو علم نهرائي دولتمندن ۽ انهن جي حاشيه بردار خانقاهي عالمن سال ۾ سئو روپيه تي هڪ پيرو اڌائي روپيه چاليهين پتي ڏيڻ جون حديثون ۽ فقهه ناهي قرآن حڪيم جي فلسفي ۽ معاشي فارمولي ڪي توڙڻ لاءِ اچي حجيت حديث جا چڪر مشهور ڪيا اٿن، سو حجت صرف قرآن جي هلندي، فتوي قران جي هلندي، عدالت ۽ ڪورٽ تي قرآن مخالف علمن ڪي قبضو ڏيارڻ اهو عمل يڪفرون بالرحمان پنهنجي ٻاجهاري خلقٺهار سان ڪفر ڪرڻ برابر آهي، آئون تمام ۽ نهايت اختصار سان هي موضوع ختم ڪندي پڙهندڙن ڪي اپيل ڪيان ٿو ته هو ان اتبع الامايوحيٰ الي ٥٠-٦ غور ڪن جو حضور جن ڪان اعلان ڪرايو ويو آهي ته آئون ته صرف وحي واري حڪم جي تابعداري ڪيان ٿو، ۽ وماينطق عن الهويٰ ان هوالاوحي يوحي يعني احڪامن ۽ فيصلن لاءِ منهنجو جيڪو به فيصلو ۽ ڊسيشن هوندو آهي اهو وحي واري علم مان ئي هوندو آهي، سو اهو قرآن ئي ماآتاڪم الرسول آهي يعني رسول هٿان مليل ڪتاب آهي جنهن تي عمل ڪرڻو آهي ۽ وحي ڪان سواءِ ٻئي علم جي منع ولاتتبعوا من دونه اولياء سان به رسول سائين ئي ڇڻ ته منع ڪئي آهي چو ته خود قرآن ڪي الله قول رسول قرار ڏنو آهي ته انه لقول رسول ڪريم يعني قرآن جو حڪم اهو رسول جو ئي هڪم آهي، ته الله جي اطاعت ۽ رسول جي اطاعت هڪ شيءِ آهي نه ته شرڪ ٿي پوندو.

# حديث واري مهدي جي ياد .... عراق تي حملي مهل!!؟؟

آمريڪي صدر بش اعلان ڪيو هئو ته اسين 17 مارچ تي عراق سان جنگ شروع ڪنداسين، پوءِ جڏهن اها تاريخ آئي ته اعلان ڪيائين ته صدام کي آخري وارننگ ڏيون ٿا ته 48 ڪلاڪن ۾ پيش پوي نه ته حملو شروع ڪنداسون.“ انهن 48 ڪلاڪن ۾ ڪراچي شهر جي مک رستن تي امام مهدي بابت چاڪنگ ڪرائي وئي، چاڪنگ جي اڪثر ڪتبن جي پويان بريڪيٽ ۾ حوالي طور لکيل آهي (الحديث). ڪتبا ڪجهه هن قسم جا آهن، ”امام مهدي چنڊ تي آهي“، ”امام مهدي ڪعبي جا خزانا ورهائيندو“، ”وڏي ۾ پلي عبادت امام مهدي جو انتظار ڪرڻ آهي“، ”امام مهديءَ جي شڪل حضرت عليءَ سان مشابهه هوندي“، ”امام مهدي اصلي ۽ نئون مذهب پيش ڪندو“. چاڪنگ جا جملا ٻيا به آهن جيڪي سيئي مونکي ياد نه آهن. دلچسپي وارا وچي پاڻ پڙهن ۽ گهٽو ڪري هڪ هيءَ به جملو آهي ته امام مهديءَ جي اچڻ تي شڪ ڪرڻ ۽ ائين سمجهڻ ته اهو ڪونه ايندو، اهو وڏو گناهه آهي، الله ڪان اهڙي گناهه جي معافي وٺڻ گهرجي. ڪتاب اصول ڪافي جي ترجمي الشافي ڇاپو ظفر شميم پبليڪيشنز ناظم آباد ڪراچي جي جلد ٻئي جي صفحي 29 تي امام جعفر جي حديث ڇهين باب جي ٻيو نمبر حديث ۾ روايت آهي ته امام جعفر فرمايو ته جيڪڏهن (پوري ڪائنات ۾) ڪل ٻه ماڻهو وڃي بچن ته هڪڙو انهن مان امام هوندو ۽ سين مان پڇاڙيءَ ۾ مرڻ وارو امام هوندو، ان ڪري ته ڪنهن به ٻانهي جي الله مٿان هيءَ ميار نه رهي ته تو ان کي بغير حجت جي ڇڏي ڏنو.

هاڻي سوال ٿو ڪجي ته پوري ڪائنات جي مري وڃڻ ۾ اڃا ايڏي تڪڙ ڪانه تي ڏسجي پوءِ امام مهديءَ لاءِ مٿي ڄاڻايل چاڪنگ ڪاٿي هن رواج موافق ته ڪانه تي لڳي جو ٻار جو حجم جنهن وقت ختنو ۽ طهر ڪندو آهي ته انکي چيو ويندو آهي ته مٿي ڏس اوهوءَ سوني جهرڪي نظر پئي اچي ته ان دوران ختني وارو آپريشن ڪيو ويندو آهي. اسان حڪومت ڪان مطالبو ڪيون ٿا ته هوءَ جاچ ڪري ته مسلمانن جي امام مهدي بابت عقيدي کي عراق مٿان آمريڪي حملي وقت ڏيان ڦيرائڻ لاءِ، ڪنهن ڪتب ته نه آندو آهي، ڇو ته چاڪنگ هيٺان ڪنهن تنظيم جو نالو لکيل ڪونهي ۽ اها به جاچ ڪرڻ گهرجي ته مهدي بابت عقيدو اهڙن موقعن لاءِ ته نه گهڙيو ويو آهي....؟

# امام انقلاب
# عبيدالله سنڌيءَ فرمايو.....

هيءَ ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ خيرالقرون ۾ نماز جو درجو اهڙو نہ هو جهڙو اسان وٽ آهي.

هڪ مسجد جي نمازين جو پاڻ ۾ اهڙو درجو هو جهڙو اڄ پارليامينٽ جي ميمبرن جو آهي، پارليامينٽ جا ميمبر جڏهن ان هائوس ۾ داخل ٿين ٿا تہ سڀ هڪ درجي جا آهن ۽ هر هڪ، هڪٻئي کان پڇي سگهي ٿو ۽ ان جو جواب ڏيڻ ضروري آهي، ٻاهر جا ماڻهو هائوس جي ميمبرن کان ائين پڇي سگهن، هن ڪري تہ پارليامينٽ حڪومت جو مرڪز آهي. خيرالقرون ۾ حڪومت جا متبع ۽ حڪومت جون عمارتون مسجدون هيون، مسجدن کانسواءِ ڪوبہ دارالمعارف ۽ دارالقضا نہ هو، ۽ نہ مسجد کان سواءِ ڪو دارالعسڪريت (جي.ايڇ.ڪيو) هو، هر امير ۽ هر هڪ صيغي جو وزير مسجد ۾ اجلاس ڪندو هو ۽ هر مسلمان مسجد ۾ هر وقت اچي سگهي ٿو. (هي عبارت امام سنڌي جي سنڌي تفسير جلد ٢ صفحي ١١٤ تان نقل ڪئي آهي، هي تفسير مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن نفيس پرنٽنگ پريس لجپت روڊ حيدرآباد مان ڇپرايو آهي) اڳتي هن بحث جي پڇاڙيءَ تي امام سنڌي نماز کي الله جي فرض بدران نيڪ بخت ماڻهن جي طبعي خواهش ڪري ڄاڻايو آهي. تفسير جي عبارت هي آهي تہ اڄ مسجد حڪومت جي سيني مرڪزن کان ٻاهر آهي، دارالعمارات دارالقضا ٻاهر آهن حجتي ڪ دارالتعليم بہ ٻاهر آهي تہ هاڻ نيڪ بخت جي طبعي خواهش آهي جا هو مسجد ۾ پوري ڪري ٿو. (سنڌي تفسير سورت آل عمران آيت ١٦١ ۽ ١٦٢) ان سان گڏ هيءَ بہ حقيقت آهي تہ امام سنڌي جن پاڻ بہ هي طبعي خواهش واري نماز پابنديءَ سان پڑهندا هئا.

